# سنڌ لئنڊ روينيو قانون ١٩٦٧ع




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد سنڌ

# سنڌ لئنڊ رونيو قانون ١٩٦٧ع

## سنڌي ترجمو

ترجمي جي آخري سوڌ سنوار ۽ تصديق ڪندڙ
**عبدالغفار سومرو**
سابق سيڪريٽري سنڌ رونيو بورڊ
۽
ڪمشنر ميرپورخاص




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد سنڌ، پاڪستان
١٤١٤هه/ ١٩٩٣ع

چاپو پهريون: ١٩٩٣ع
تعداد: هڪ هزار

قيمت: ٦٠ روپيا

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو
سنڌ صوبائي ميوزيم نيشنل هاءِ وي
حيدرآباد، سنڌ



مرڪزي ڪتاب گهر نمبر ٩٧٢، گل شاهه محلو
گاڏي کاتو حيدرآباد
سنڌ، پاڪستان

هي ايڪٽ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري علمي پرنٽرس ڪراچي مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# پيش لفظ

سنڌي ٻوليءَ جو استعمال (Use of Sindhi Language) انهن ٽن بنيادي مقصدن مان هڪ آهي جيڪي ۱۹ نومبر ۱۹۹۰ع تي سنڌ صوبائي اسيمبلي طرفان پاس ڪيل ترميمي ايڪٽ ۾ واضح ڪيل آهن، جنهن سان سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو قائم ٿيو.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي پهرين گڏجاڻي مورخہ ۴ جولاءِ ۱۹۹۱ ع ۾ ان مقصد جي متفقہ طور تي پوري وضاحت ۽ پنيرائي ڪئي ويئي. ان مقصد خاطر جدا جدا سطحن تي ڳالهيون هلايون ويون تہ اداري طرفان ڪهڙو طريقو اختيار ڪجي جيئن سنڌي ٻوليءَ جي استعمال کي هر سطح تي وڌائي سگهجي. اداري جي ٻي گڏجاڻي مورخہ ۲۸ فيبروري ۱۹۹۲ع ۾ ان ڳالهہ تي اتفاق ڪيو ويو تہ اداري جو چيئرمين، سنڌ سرڪار جي جدا جدا کاتن جي سربراهن سان صلاح مشورا ڪري تہ جيئن اثرائتا قدم کڻي سگهجن.

ان سلسلي ۾ پهرين اعليٰ سطحي گڏجاڻي "سنڌ بورڊ آف روينيو" جي سينئر ميمبر جناب عبدالسليم خان سان ۲۲ مارچ ۱۹۹۲ع تي ٿي جنهن ۾ روينيو بورڊ جي سيڪريٽري عبدالغفار سومري صاحب پڻ شرڪت ڪئي. روينيو کاتي جي آفيسن جي سڄي صوبي ۾ گهڻائي آهي جن سان عوام جو واسطو پوي ٿو، انهن آفيسن ۾ گذريل صدي کان وٺي سنڌي ۾ لکپڙهہ هلندي آئي آهي، جنهن ڪري عوام کي وڏي سهوليت رهي آهي. انهيءَ ڪري هن گڏجاڻي ۾ سنڌي ٽائيپ رائيٽر جي استعمال ۽ روينيو کاتي جي فارمن ۽ قاعدن قانونن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪرائڻ تي اتفاق ڪيو ويو. ان مقصد لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري ۽ سنڌ روينيو بورڊ جي وچ ۾ پوري تعاون جو فيصلو ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ خاص طرح "سنڌ لئنڊ روينيو ايڪٽ ۱۹۶۷ع" کي سنڌي ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪرائڻ کي ضروري سمجهيو ويو.

هن ايڪٽ جي اصل انگريزي قانوني ٻوليءَ جو سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ

هڪ ڏکيو ڪم هو، جيڪو ڪنهن حدتائين مرحلي وار پورو ٿيو آهي. شروعاتي محنت بعد تيارڪيل مسودي تي جڏهن اداري جي آفيس ۾ نظر ثاني ڪئي وئي ته ان ۾ وڌيڪ اصلاح جي ضرورت محسوس ٿي، جنهن کي ڪنهن حد تائين پورو ڪيو ويو. آخري طور متن کي پڙهڻ ۽ ان ۾ ضروري درستي ڪرڻ جي ذميواري رونيو بورڊ جي سيڪريٽري جناب عبدالغفار سومري قبول ڪئي ۽ سندس ڪيل اصلاح موجب متن کي ڇپارايو ويو آهي. اڃان به وڌيڪ سوڌسنوار جي ضرورت آهي جنهن کي ٻئي ڇاپي ۾ پورو ڪيو ويندو.

١٩٥٤ع کان پوءِ جو پهريون قانوني مسودو آهي جيڪو سنڌي ترجمي جي صورت ۾ شايع ٿي رهيو آهي. ان کان اڳ گهڻا قاعدا قانون سنڌي ۾ ترجمو ٿيا ۽ ڇپيا. برٽش هند سرڪار طرفان سنڌي ٻولي سنڌ صوبي جي سرڪاري زبان طور تسليم ٿي، ۽ بمبئي سرڪار جي سرڪيولر نمبر ١٨٢٥ مورخه ٦. سيپٽمبر ذريعي ان جي منظوريءَ جي پڌرائي ڪئي وئي. ان کان پوءِ سنڌ ۾ سنڌي ئي سرڪاري لکپڙهه، انتظامي ڪاروبار ۽ رڪارڊ جي زبان رهي، جنهن ڪري انگريزي ۾ تيار ڪيل قاعدا قانون سنڌي ترجمي جي صورت ۾ ڇپجڻ لڳا. ضرورت آهي ته هن وقت پڻ اهڙن سيني قاعدن قانونن جو سنڌي ۽ ٻين مکيه پاڪستاني ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻ گهرجي جيئن سڀ ماڻهو انهن کان واقف ٿي سگهن ۽ ڪين سرڪاري آفيسن سان لکپڙهه ۾ سولائي ٿئي.

لئنڊ رونيو قانون جو هيءَ سنڌي ترجمو نه فقط رونيو کاتي جي عملدارن ۽ آفيسن لاءِ فائديمند ثابت ٿيندو، پر ان سان گڏوگڏ کاتيدارن توڙي ٻين واسطيدارن لاءِ پڻ ڪارآمد ثابت ٿيندو.

هن ترجمي جي تياري ۾ جن صاحبن مدد ڪئي،تن جو آءٌ اداري جي طرفان شڪرگذار آهيان.ان سلسلي ۾ جناب عبدالسليم خان صاحب ۽ محترم عبدالغفار سومري صاحب هن ترجمي جي تياري ۽ ڇپائيءَجي هر مرحلي تي تعاون ڪيو، آءٌ خاص طرح محترم عبدالغفار جو شڪرگذار آهيان جنهن ايڪٽ جي انگريزي متن کي سامهون رکي سنڌي ترجمي کي سليس ۽ روان صورت ۾

تيار ڪرڻ ۾ ذاتي طور وڏي مدد ڪئي. ان ڪان اڳ هن صاحب "انڊين ڪانٽريڪٽ آڪٽ ١٨٧٢ع" جو اڳاتو سنڌي ترجمو دستياب ڪري ڏنو جيڪو هن کان اڳ اداري طرفان ڇپجي چڪو آهي.

ڪراچي
١٠ - آڪٽوبر ١٩٩٣ع

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
چيئرمين
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

# پيغام

سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع، رونيو قانون جو اهڙو بنيادي ڪتاب آهي، جيڪو رونيو کاتي جي ننڍي کان ننڍي عملدار کان وٺي وڏي کان وڏي عملدار جي رهنمائي ڪري ٿو. اهڙي ڪتاب جي سنڌي ترجمي جي تمام گهڻي عرصي کان ضرورت محسوس ٿي رهي هئي، اهو هن ڪري به ته قانون جو هيءُ ڪتاب تپيدارن جي نصاب ۾ شامل آهي. ان کان سواءِ هيءَ ڪتاب سنڌ جي ڪاتيدارن جي عام رهنمائي لاءِ پڻ وڏي اهميت رکي ٿو.

اها نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڀهريون پيرو سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري (SINDHI LANGUAGE AUTHORITY) طرفان شايع ٿي رهيو آهي. انهيءَ سڄي ڪم جو اعزاز سنڌي ٻوليءَ جي ٻرک عالم ۽ اداري جي چيئرمين جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڄڳائي جنهن هن ڪم جي اهميت کي محسوس ڪندي ان کي اوليت ڏني ۽ رونيو بورڊ جي گذارش تي هن ترجمي کي ڇپائڻ جو بندوبست ڪيو. سنڌي ٻوليءَ جي هن مقتدر اداري جي هڪ ميمبر جي حيثيت ۾ آءُ سمجهان ٿو ته هن ڪتاب جو ڇپجڻ اداري جي ڪارڪردگيءَ ۾ هڪ قابل قدر اضافو آهي.

آخر ۾ آءُ ڪتاب جي مترجم ۽ ٻين صاحبن کي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو جن هن بنيادي علمي ڪم جي اهميت کي محسوس ڪندي ان کي پايهءِ تڪميل تي پهچايو. اميد ته هيءَ ڪتاب سرڪاري ڪمن جي اُڪلاءَ ۾ رونيو کاتي جي عملدارن ۽ ٻين واسطيدار ماڻهن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو.

حيدرآباد، سنڌ — عبدالسليم خان

٢٠ - جون ١٩٩٣ع — سينئير ميمبر، رونيو بورڊ، سنڌ

# مهاڳ

موجوده لئنڊ رونيئو ايڪٽ پهرين جنوري ١٩٦٨ کان سنڌ سان لاڳو ڪيو ويو. ان کان اڳ سنڌ لئنڊ رونيو ڪوڊ ١٨٧٩ نافذ العمل هو، جيڪو وري دراصل بمبئي لئنڊ رونيو ڪوڊ تان ورتل هو. اهڙيءَ طرح پنجاب سان پنجاب لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٨٨٧ لاڳو هو. سنہ ١٩٥٥ ۾ ون يونٽ قائم ڪري سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان کي ملائي مغربي پاڪستان جي نالي سان يڪو هڪ صوبو ناهيو ويو، جنهن ڪري اڳتي هلي پوري صوبي لاءِ لئنڊ رونيو جو هڪجهڙو قانون جاري ڪرڻو پيو، جيڪو موجوده قانون يعني مغربي پاڪستان لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٨ جي صورت ۾ سامهون آيو. جيتوڻيڪ سنہ ١٩٦٩ ۾ عوامي هلچل جي نتيجي طور ون يونٽ ختم ڪري پراڻا صوبا بحال ڪيا ويا، مگر سنڌ سرڪار مغربي پاڪستان لئنڊ رونيو ايڪٽ کي "سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ" جي صورت ۾ اختيار ڪيو. موجوده لئنڊ رونيو ايڪٽ گهڻي ڀاڱي پنجاب لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٨٨٧ تان ورتل آهي. تاهم شروع کان ئي ڪيترا قلم جيڪي سنڌ جي معروضي حالتن پٽاندر نہ هئا، تن کي سنڌ ۾ نافذ نہ ڪيو ويو. مثال پنجاب ۾ رائج لمبرداري نظام ۽ حقن جي رڪارڊ جو مخصوص سرشتو. اهڙيءَ طرح هن ايڪٽ ۽ ان تحت جاري ڪيل قاعدن ۾ پڻ سنڌ جي حالتن مطابق وقت بوقت تبديلي ڪئي وئي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ يعني برطانيہ سرڪار جي وقت کان وٺي ون يونٽ جي ٺهڻ تائين، بلڪ ان کان پوءِ بہ ڪجهہ عرصي تائين، سنڌ گورنمينٽ پريس ۾ سرڪار طرفان سنڌي ترانسليٽر جي آسامي هوندي هئي، جنهن جي ذمي اهو ڪم هو تہ جيڪو بہ قانون جاري ڪيو وڃي، ان جو ساڳئي وقت سنڌيءَ ۾ پڻ ترجمو شايع ڪيو وڃي. اهوئي سبب آهي جو مرڪزي توڙي سنڌ سرڪار طرفان جيڪي بہ قانون جاري ڪيا ويا، اهي گهڻو ڪري سنڌيءَ ۾ سڀ جو سڀ موجود آهن. جيڪا ڳالهہ سنڌي ٻوليءَ کي مڪمل ريت سرڪاري زبان طور مڃتا ڏيڻ جي برابر هئي. ليڪن ١٩٦٠ واري ڏهاڪي ۾ انهيءَ روايت

جو خاتمو نظر اچي ٿو. انهيءَ ڪري لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ اڄ سوڌو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي نہ سگهيو، حالانڪ اهو رونيو جو بنيادي قانون آهي جنهن سان رونيو جي ننڍي توڙي وڏي عملدار جو واسطو پوي ٿو. اميد هئي تہ ون يونٽ جي ٽٽڻ کان پوءِ سنڌ سرڪار طرفان سنڌي ٻوليءَ ۾ قانون ۽ ايڪٽ ترجمو ڪري مهيا ڪيا ويندا، پر ائين نہ ٿي سگهيو.

بهرحال انهيءَ سڄي صورتحال جو احساس انفرادي سطح تي موجود رهيو، ۽ اهو انهيءَ احساس جو نتيجو هو جو هن ايڪٽ جو سنڌي ترجمو، رونيو جي هڪ عملدار پنهنجي ذاتي شوق ۽ محنت سان پورو ڪري مسودي جي صورت ۾ رونيو بورڊ جي حوالي ڪيو. شروع ۾ اهو مسودو بورڊ جي ڏڍوڪي ڊپٽي سيڪريٽري مسٽر ٻانهي خان جي حوالي ڪيو ويو تہ هو انهيءَ ۾ ضروري درستيون ڪري. نومبر ١٩٩٠ ۾ رونيو بورڊ سان سيڪريٽري جي حيثيت ۾ وابستہ ٿيڻ کان پوءِ جڏهن اهو درست ٿيل مسودو منهنجي نظر مان گذريو تہ ان ۾ وڌيڪ تصحيح جي گنجائش نظر آئي. جنهن ڪري مون اهو مسودو بورڊ جي سابق سيڪريٽري مسٽر ڪي - ايم - مانڪاڻي جي حوالي ڪيو تہ جيئن هو ان کي زياده بهتر بنائي. آخر ۾ اهو مسودو هڪ دفعو وري بورڊ جي لائق فائق رٽائرڊ ميمبر جناب اياز حسين انصاريءَ جي سپرد ڪيو ويو تہ جيئن هو ان ۾ خاص طور سنڌ سرڪار طرفان آندل ترميمن ۽ تبديلين جي حوالي سان هڪ نظر وجهي.

جيتوڻيڪ هي مسودو گذريل ٽن سالن کان رونيو بورڊ وٽ ڇپائيءَ لاءِ موجود هو، پر سرڪار طرفان گهربل رقم جي عدم موجودگيءَ ۾ ان جي اشاعت ذري گهٽ ناممڪن ٿي چڪي هئي، تان جو سنہ ١٩٩١ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري جو قيام عمل ۾ آيو، جنهن جي مقصدن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي آفيسن ۾ سرڪاري زبان طور رائج ڪرڻ سر فهرست آهي. انهيءَ سلسلي ۾ جڏهن اداري جي قابلِ احترام چيئرمين جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون بورڊ جي سينيئر ميمبر سان گڏجاڻيون ٿيون، تڏهن رونيو آفيسن ۾ سنڌيءَ جي استعمال کي وڌائڻ لاءِ سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ جي سنڌي ترجمي کي شايع ڪري عام ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. مون هن طرف ڌيان ڇڪايو تہ هن

ايڪٽ جو سنڌي ترجمو شروعاتي مسودي جي صورت ۾ موجود آهي جنهن کي درست ڪري ڏنو ويندو ۽ اتارتي ان کي ڇپائي. انهيءَ تجويز تي اتفاق ڪيو ويو، البت جڏهن مسودي جي ڪاپي صاف ڪري اداري جي حوالي ڪئي وئي تڏهن ترجمي ۾ اڃان اصلاح ۽ سڌاري جي گهڻي ضرورت محسوس ڪئي وئي. انهيءَ تي ڊاڪٽر صاحب منهنجي نه چاهڻ جي باوجود آخري معياري اصلاح ۽ درستيءَ جو ڪم منهنجي حوالي ڪيو، جنهن جو انڪار ناممڪن تي پيو. اهوئي سبب آهي جو ترجمي کي آخري صورت ڏيڻ جو ذمو ۽ پروفن پڙهڻ جو ڪم منهنجي سپرد ٿيو.

هن ڪتاب جي ڇپائڻ سان سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري طرفان سنڌيءَ ۾ قانوني ڪتابن جي ڇپائيءَ جو باقاعدي آغاز ٿي رهيو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ کي مڪمل طور سرڪاري زبان بنائڻ طرف هڪ وڏو قدم آهي. اسين چاهينداسين ته هن کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، ماضيءَ جي روايت مطابق، هر قانون يا ايڪٽ جيڪو سنڌ سرڪار پاس ڪري، ان جي سنڌي ترجمي جو بندوبست ڪري، ڇو ته هينئر هن اداري کان سواءِ ٻيو اهڙو ڪو ادارو ڪونهي جيڪو ايڏو وڏو ڪم سرانجام ڏيئي سگهي. هونئن به هيءَ ڳالهه اداري جي اهم مقصدن ۾ شامل آهي. ليڪن ان لاءِ اداري اندر هڪ الڳ شعبي (cell) قائم ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ سنڌ سرڪار کي پڻ هن ڏس ۾ ضروري مالي وسيلا مهيا ڪري ڏيڻا پوندا. سنڌي ٻوليءَ جي عظيم محسن ۽ اداري جي نهايت لائق چيئرمين جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان بجا طور اها توقع ڪري سگهجي ٿي ته سندس اياڪاريءَ ۾ اداري طرفان هن سلسلي ۾ ضروري قدم کنيا ويندا.

تاريخ ١٧ ڊسمبر، ١٩٩٣
بمطابق ۴ رجب، ١۴١۴هه

عبدالغفار سومرو
ڪمشنر، ميرپورخاص ڊويزن
ميرپور خاص، سنڌ

# ٻه اکر

هيءُ حقيقت آهي ته هيٺيون رونيو عملو جيڪو زمينات ۽ ڍلن جي رڪارڊ رکڻ لاءِ ڪرنگهي جي هڏي واري حيثيت رکي ٿو، تنهن کي انگريزي زبان ۾ مهارت نه هجڻ جي ڪري هن ايڪٽ يا هن ايڪٽ هيٺ ٺهيل قاعدن جي پروڙ ڪانه آهي. ڇاڪاڻ ته سرڪار طرفان هن ايڪٽ ۽ ان جي قاعدن جو سنڌي زبان ۾ ترجمو هن وقت تائين نه ڪرايو ويو آهي. وليج عملو، انگريزي زبان کان واقف نه آهي ۽ ان ڪري صحيح نموني ۾ رڪارڊ رکڻ کان بيوس آهي. سنڌ ۾ جيڪي اڳيان زمينات ۽ ڍلن جا قانون هئا، يعني سنڌ لئنڊ رونيو ڪوڊ ۽ لئنڊ رونيو رولس ۽ انهن سان لاڳو ٻيا مينوئل وغيره سنڌي زبان ۾ ترجمو ٿيل هئا. ان ڪري سنڌ جو اڳيون ٺهيل رڪارڊ قانوني لحاظ کان مڪمل هو. جيڪڏهن رڪارڊ جو تيار ڪندڙ انهيءَ قانون کان واقف نه آهي جنهن هيٺ رڪارڊ تيار ڪيو ٿو وڃي، ته پوءِ هو ڪهڙيءَ ريت صحيح ۽ مڪمل رڪارڊ تيار ڪندو. بالاعملدارن جا حڪم ۽ هدايتون پنهنجي جاءِ تي صحيح آهن، پر ماليات ۽ رونيو کي صحيح طور تي هلائڻ لاءِ بنيادي قانون جي ڄاڻ ضروري آهي، تنهن کان سواءِ سنڌ جو آبادگار طبقو گهڻو ڪري اڻ پڙهيل آهي ۽ جيڪو ٿورو گهڻو پڙهيل آهي سو به هنن قاعدن کي نيم خواندگيءَ سبب سمجهي نٿو سگهي، سواءِ ڪجهه آبادگارن جي جيڪي قانوني پيشي سان لاڳاپيل آهن يا تعليمي ماحول سان دلچسپي رکن ٿا.

انهن حالتن کي نظر ۾ رکندي هلندڙ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع ۽ ان هيٺ تيار ڪيل لئنڊ رونيو رولس ١٩٦٨ع جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. جيڪي قلم سنڌ سان لاڳو نه آهن يا عمل هيٺ نه آهن، انهن کي ڇڏيو ويو آهي. هن ايڪٽ جي تياري ۾ آءُ انهن سيني جو ٿورائتو آهيان جيڪي هن ڏس ۾ منهنجي رهنمائي ڪندا رهيا.

اميد آهي ته رونيو جي قانون ۽ قاعدن جو هيءُ ڪتاب نه صرف آبادگارن لاءِ فائديمند ٿيندو بلڪ اهو رونيو وليج عملي ۽ لا ڪاليج جي شاگردن ۽ ٻين واسطو رکندڙن لاءِ پڻ ڪارگر ثابت ٿيندو.

**مير محمد سولنگي**

# سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع

## قلمن جي فهرست

# سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ـ ١٩٦٧ع

## باب پهريون

جيئن تہ اهو مناسب آهي تہ سنڌ صوبي ۾ حقن جي رڪارڊ، ڊيل جي بستگي ۽ وصولي، رونيو عملدارن جي مقرري، سنڌن فرض ۽ رونيو انتظامي عمل (نظم و نسق) جي معاملن بابت قانون کي گڏ ڪري ۽ سڌاري عمل ۾ آندو وڃي، تنهن ڪري اهو هيٺين ريت نافذ ڪجي ٿو:

### قلم-١. مختصر عنوان، عمل جو دائرو ۽ شروعات:

(١) هن ايڪٽ کي 'سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع' سڏيو ويندو.

(٢) هي ايڪٽ يا هن جو ڪو خاص نهراءُ اهڙي علائقي يا علائقن سان انهيءَ تاريخ يا تاريخن کان لاڳو رهندو، جڏهن کان حڪومت انهي کي لاڳو ڪرڻ جو پڌرنامو جاري ڪري.

### قلم- ٢. ڪنهن علائقي کي غيرموزون نهرائن کان ڌار ڪرڻ جا اختيار:

(١) جيڪڏهن حڪومت جي خيال ۾ جتي هي قانون يا ان جو ڪو نهراءُ لاڳو ڪيو ويو هجي، ان علائقي ۾ اهڙيون حالتون آهن جو ان لاءِ هيءُ لاڳو ڪيل قانون يا ان جو ڪو نهراءُ غيرموزون آهي تہ حڪومت کي ان جو اختيار آهي تہ انهي علائقي کي اهڙن نهرائن کان پڌرنامي ذريعي آجو قرار ڏئي، ۽ پڌرنامي جي منسوخي تائين اهو علائقو انهن قانوني جزن کان آزاد رهندو.

(٢) جيستائين مٿي ڄاڻايل آزادي يا استثنيٰ لاڳو رهندي، تيستائين حڪومت اهڙن ڌار ڪيل معاملن کي ضابطي ۾ آڻڻ لاءِ قاعدن ناهڻ جي مجاز هوندي. جيستائين ممڪن هوندو اهي قاعدا هن قانون جي جزن سان مطابقت ۾ هوندا ۽ ان مدت يا عرصي جي وضاحت ڪندا تہ اها آزادي يا استثنيٰ ڪيتري عرصي لاءِ لاڳو رهندي.

## قلم-٣. ڪن زمينن جو هن ايڪٽ جي عمل کان خارج رهڻ:

(١) سواءِ انهيءَ جي جيڪو رڪارڊ، ولِيج سيس جي وصولي يا، زمين جي ماپ ۽ انتظام لاءِ ضروري هجي، هيءَ ايڪٽ ڪنهن بہ صورت ۾ اهڙي زمين سان لاڳو نہ ٿيندو. جيڪا ڳوٺ يا شهر جي حدن ۾ اچي ٿي ۽ جنهن سان ڍل لاڳو نہ آهي.

(٢) روينيو بورڊ جي عام يا خصوصي هدايتن هيٺ ڪم ڪندڙ ڪليڪٽر کي اهو اختيار حاصل هوندو تہ اهو هن قانون جي مقصدن لاءِ اهو واضح ڪري تہ ڪهڙي زمين شهر يا ڳوٺ جي سِڪني ايراضي ۾ شامل آهي ۽ ان جون حدون، ايراضيءَ جي مالڪن جي موجوده حقن جو لحاظ رکندي، وقت بوقت مقرر ڪري يا ان ۾ ڦير ڦار ڪري.

## قلم - ۴. وصفون:

هن ايڪٽ هيٺ جيڪڏهن لفظن جو ڪو ٻيو ابتڙ مطلب نٿو نڪري تہ پوءِ:

(١) **زرعي سال** : معنيٰ جيڪو ١-جولاءِ کان شروع ٿئي يا ٻي ڪنهن تاريخ کان شروع ٿيندڙ سال جنهن جي پڌرائي روينيو بورڊ حڪومت کان اڳوات حاصل ڪيل منظوري هيٺ ڪئي هجي.

(٢) **ڍل جي بقايا**: ڍل جي بقايا، معنيٰ اها ڍل جيڪا وصوليءَ جي آخري مقرر ڪيل تاريخ کان پوءِ بقايا رهي.

(٣) **بستگي سرڪل**: بستگي سرڪل معنيٰ هڪ کان وڌيڪ ديهن جو ميڙ، جيڪي روينيو بورڊ جي لکيت ۾ ڏنل حڪم موجب هڪ ٻئي سان اهڙي طرح ملندڙ جلندڙ هجن جو مٿن ڍل جي اڳهن جو اصولي طور هڪ جهڙو رڪب لاڳو ٿي سگهي، جيڪو انهن ديهن ۾ ڍل ڪٿڻ لاءِ، جا انهن ديهن تي بست ڪئي ويندي، ان بابت عام رهبريءَ جو ڪم ڏئي.

(۴) **روينيو بورڊ**: معنيٰ اهو روينيو بورڊ، جيڪو "سنڌ بورڊ آف روينيو ايڪٽ ١٩٥٧ع" هيٺ قائم ڪيو ويو آهي.

(۵) **حد نشان**: معنيٰ ڪابہ اڏاوت، توڙي اها مٽي، پٿر يا ڪنهن ٻئي مادي جي ٺهيل هجي، ڏڙو يا ڪو لوڙهو يا اڻ کيڙيل زمين جو پٽو يا ڪا ٻي شيءِ يا نشان،

قدرتي يا هٿراڏو جو ڪنهن زمين جي ٽڪري جي حد نروار ڪرڻ لاءِ ڪنهن بااختيار روينيو عملدار طرفان هن ڏس ۾ قائم ڪيل، استعمال ڪيل يا مخصوص ڪيل هجي.

**(٦) شروعات:** معنيٰ اهو ڏينهن، جنهن تي هيءُ ايڪٽ يا ان جو ڪوبه جزو لاڳو ٿئي.

**(٧) باقيدار:** معنيٰ اهو شخص، جو ڍل جي بقايا لاءِ ذميوار هجي ۽ ان ۾ اهو شخص به شامل آهي، جو بقايا جي ڏيڻ لاءِ ضامن جي حيثيت ۾ ذميوار هجي.

**(٨) زيرباري:** زمين جي زير باري يا ان تي طلب، جيڪا ڪنهن خانگي معاهدي يا گرانٽ جي ذريعي پيدا ٿئي.

**(٩) ديهه:** معنيٰ ڪا اهڙي ايراضي:

(i) جنهن لاءِ حقن جو رڪارڊ جدا تيار ڪيو ويو هجي؛ يا

(ii) جنهن تي جدا ڍل بست ڪئي وئي هجي؛يا

(iii) جنهن کي روينيو بورڊ عام قاعدي يا خاص حڪم ذريعي ديهه مقرر ڪيو هجي.

**(١٠) ڪاتا:** معنيٰ ديهه جو ڪوبه حصو يا پاڳو، جيڪو هڪ زمين جي حقدار وٽ يا ٻن يا ٻن کا وڌيڪ گڏيل حقدارن وٽ هجي.

**(١٠-الف) ربجائتي زمين:** اها زمين يا ايراضي، جنهن جي آبياري يعني پيچ واهه، ٽيوب ويل، کوهه، چشمي يا ڪنهن ٻئي هٿراڏو ذريعي ڪئي وڃي.

**(١١) قانونگو:** هن ۾ سپروائيزنگ تپيدار پڻ شامل سمجهيو ويندو.

**(١٢) زميندار :** اهڙو شخص، جنهن وٽ ڪو هاري (TENANT) زمين تي رکيل هجي ۽ جنهن کي هاري زمين جي مقاطعي يا ڪرائي ادا ڪرڻ جو ذميوار هجي، يا ڪو خاص معاهدو ٿيل نه هجي پراهو ڪرائي ڏيڻ لاءِ بڌل هجي. ان ۾ اهڙي شخص جو مقاطعيدار ۽ ان جا اڳيان ۽ پويان وارث به اچي وڃن ٿا.

**(١٣) زمين جو مالڪ:** ان ۾ اهو شخص اچي وڃي ٿو، جنهن کي هن ايڪٽ هيٺ ڍل جي بقايا جي وصولي لاءِ يا نه ڪاتو ڦيرائي ڏنو ويو آهي يا ديهه يا ڪاتو مقاطعي تي ڏنو ويو آهي. انهيءَ ۾ اهو ماڻهو به اچي وڃي ٿو، جيڪو انهي ديهه

يا انهيءَ جي ڀاڱي يا حصي جو قبضيدار آهي، پر ان ۾ هاري شامل ناهي.

**(١۴) ڍل** : معنيٰ هن ايڪٽ هيٺ، يا ڍل سان واسطو رکندڙ ڪنهن ٻئي مروج قانون هيٺ، بست ٽيل يا بست ٽيڻ جوڳي ڍل. هن ۾ اهي محصول به اچي وڃن ٿا، جيڪي آبپاشيءَ جي سهوليت سبب زمين جي قيمت وڌڻ ڪري لڳايا وڃن.

**(١٥) قانوني پيشور**: معنيٰ ڪوبه قانوني پيشي وارو يعني وڪيل جيڪو ليگل پريڪٽيشنرس ايڪٽ ١٨٧٩ع (LEGAL PRACTITIONER ACT: 1879) هيٺ اچي وڃي ٿو، سواءِ مختيارڪار جي.

**(١٦) صافي پيداوار**: ديهه يا ديهن جي صافي پيداوار مان مراد آهي ڪنهن ديهه يا ديهن جي پوک تي عام طور ڪيل مجموعي خرچ کان پوءِ باقي سراسري ساليانِي بچت.

**سمجهاڻي**: کيتيءَ جي عام رواجي خرچن ۾ اهي مڙئي ادائگيون اچي وڃن ٿيون جيڪي ڪاتيدار دستوري طور برداشت ڪري ٿو، توڙي اهي جنس يا روڪڙ جي صورت ۾ هجن ۽ توڙي سموريون يا جزوي طور هجن، جيڪي هن هيٺين اسمن جي سلسلي ۾ ايندڙيون.

(الف) آبيانو، (ب) آبپاشيءَ جي ذريعن کي قائم رکڻ، (ج) بندن کي قائم رکڻ، (د) ٻج ڏيڻ، (هه) ياڻ ڏيڻ، (و) کيتيءَ جي سڌاريل اوزارن جي فراهمي، (ز) مال جي چاري بابت رعايتون، (ح) خاص رعايت، جيڪا زمين جي ساهي يا فصل خراب ٿي وڃڻ ڪري ڏني وڃي، (ط) ڪرائي جي وصولي تي خرچ ٿيل رقم، (ي) ڪرائي جي گهٽ وصوليءَ جي ڪري ڏنل رعايت، (ڪ) هارين (TENANTS) کي بنا وياج پوکيءَ لاءِ اڳواٽ قرض طور ڏنل رقمن تي ملڻ جوڳي وياج واري رقم، (ل) مزدوري ۽ ٻيا دستوري خرچ جيڪي ڳوٺاڻن ڪاسبين کي پوکي ۽ لاباري جي سلسلي ۾ سندن پورهئي ۽ ناهيل شين جي عيوض ڏنا وڃن ۽ اهو حصو جيڪو هاري يا ڪرائيدار طرفان رکڻ جوڳو ٿيندو، جيڪڏهن اها زمين ان ديهه يا اهڙين ٻين ديهن اندر هلندڙ رواجي اگهه تي ڪرايو پريندڙ هاري کي مقاطعي تي ڏنل آهي،پوءِ اهو ڪرايو روڪڙ ۾ هجي يا جنس ۾ هجي.

**(١٧) ٽپيدار**: هن ۾ ٽپيدار ۽ اسپيشل يا ايڊيشنل ٽپيدار پڻ اچي وڃي ٿو.

(١٨) ادا ڪرڻ: (PAY) هي لفظ جڏهن ياڙي (Rent) جي سلسلي ۾ استعمال ڪيو ويندو تہ گرامر توڙي لغوي لحاظ کان ان ۾ ’حوالي ڪرڻ‘ (Deliver) ’بدلي ۾ ڏيڻ‘ (Render) بہ شامل هوندا.

(١٩) مقرر ٽيل: يعني اهي قاعدا جيڪي هن ايڪٽ هيٺ تيار ڪيل آهن.

(٢٠) محصولات: معنيٰ اهي اوڳاڙيون ۽ لوازما (Rates and cesses)، جيڪي بنيادي طور کاتيدار يا زميندار کي پرٽا آهن، انهن ۾ هيٺيان شامل آهن:

(الف) لوڪل ريٽ يعني مڪاني محصول جيڪڏهن ڪو هجي، جيڪو ڪنهن مروج قانون هيٺ ڏيڻ جوڳو هجي ۽ ڪابہ في جيڪا ساڳي طرح کاتيدارن تي لڳڻ جوڳي هجي، يا جنهن جو سبب زرعي مقصدن لاءِ پاڻي مهيا ڪرڻ يا زرخيزي ڪرڻ، يا زمين جي حفاظت ۽ سُڌاري لاءِ سم ڪلر جي خاتمي ۽ گندي پاڻي کي نيڪال ڪرڻ يا انهن مان فائدو حاصل ڪرڻ شامل آهن.

(ب) قانون مطابق کاتيدارن مٿان مڙهيل ساليانو محصول جنهن جو سبب عام صحت يا زمين جي سُڌاري لاءِ يا زمين جي موزون آبادي لاءِ يا ان جي آبپاشي لاءِ يا ٻوڏ يا پاڻيءَ جي اجتماع يا نديءَ جي ڪاٽ کان بچاءَ لاءِ ڪرايل ڪمن منجهان فائدو حاصل ڪرڻ آهي.

(ج) وليج آفيسرس سيس (حبوب).

(د) ديهہ جي اخراجات سببان ڪا ادا ڪرڻ جوڳي رقم.

(٢١) ياڙو: ياڙو معنيٰ جيڪي ڪجهہ زميندار کي سندس زمين جي قبضي يا استعمال جي ڪري جنس يا نقد جي صورت ۾ ملڻو آهي، پر ان ۾ ڪو محصول يا ڪو چندو يا واجبات يا مفت ذاتي محنت شامل نہ آهي.

(٢٢) رونيو ڪورٽ: رونيو ڪورٽ معنيٰ اها ڪورٽ جيڪا، هارين واري وقتي قانون هيٺ قائم ڪئي وڃي.

(٢٣) رونيو عملدار: رونيو عملدار معنيٰ اهو رونيو عملدار جنهن وٽ هن ايڪٽ هيٺ هڪ رونيو عملدار جي فرض جي ادائگيءَ جا اختيار هجن.

(٢٤) سروي نشان: سروي نشان جي معنيٰ آهي تہ ڪوبہ نشان، جيڪو پاڪستان سروي کاتي جو قائم ڪيل هجي.

**(٢٥) سروي نمبر:** سروي نمبر معنيٰ زمين جو ٽڪر، جنهن جي ايراضي حقن جي رڪارڊ ۾ جدا جدا جريان نمبر هيٺ داخل ڪيل آهي.

**(٢٦) هاري:** معنيٰ اهڙو شخص جيڪو ٻئي شخص جي زمين پاڻ وٽ رکي ٿو ۽ جيڪو ان حيثيت ۾ يا ڪنهن خاص معاهدي هيٺ انهي زمين جو ڀاڙو اداڪرڻ لاءِ ٻئي شخص ڏانهن ذميدار آهي ۽ ان ۾ سندس اڳيان ۽ پويان وارث شامل آهن پر ان ۾ هيٺيان شامل نہ آهن:

(الف) هڪ گرويدار جنهن وٽ ڪاتيدار جا حق گروي رکيل هجن.

(ب) اهڙو شخص، جنهن کي هن ايڪٽ جي شقن هيٺ ڍل جي بقايا، يا ڍل جي بقايا وانگر وصول ٿيڻ جوڳي رقم جي لاءِ ڪا زمين ملڪيت طور منتقل ڪئي وئي آهي يا جيڪا ڪيتيءَ لاءِ مقاطعي تي ڏني وئي آهي.

(د) اهو شخص، جيڪو سرڪار کان اڻ والاريل زمين ذيلي مقاطعي ڏيڻ جي مقصد سان مقاطعي تي ڪٽي ٿو.

**(٢٧) هارپو يا ڪرائيداري:** هارپو معنيٰ زمين جو اهو ٽڪر، جيڪو هڪ هاري وٽ مقاطعي يا پٽي وغيره هيٺ يا ڪنهن بہ قسم جي مخصوص شرطن هيٺ قبضي ۾ هجي.

(٢٧-الف) غير ريجائي زمين: معنيٰ آبپاشي زمين کان سواءِ ٻي زمين.

**(٢٨) ديهہ جوعملدار:** ديهہ جو عملدار معنيٰ ڪوبہ شخص، جنهن کي هن ايڪٽ هيٺ مقرر ڪيو ويو هجي ۽ هن جو فرض آهي ديهہ اندر ڍل وغيره وصول ڪرڻ يا وصوليءَ جي نظرداري ڪرڻ ۽ هن ۾ شامل آهن: سپروائيزنگ تپيدار، تپيدار، ضابط، ڪوٽار، وٽار يا ارباب، رئيس ۽ پٽيل.

# باب پيو

# ڊويزنون ۽ ضلعا

### قلم-٥. صوبي جو ڊويزنن ۾ ورهاڱو:

صوبي ۾ ڊويزنون اهڙين حدن ۽ ايراضين جون تهيل هونديون، جيئن سرڪار پڌرائي ذريعي حڪم ڪندي.

### قلم-٦. ڊويزنن جو ضلعن ۾ ۽ ضلعن جو سب ڊويزنن ۾ ورهاڱو وغيره:

(١) هرهڪ ڊويزن ڪي ضلعن ۾ ورهايو ويندو ۽ هر هڪ ضلعي ڪي وري سب ڊويزنن ۽ تعلقن ۾ ورهايو ويندو، جيئن حڪومت پنهنجي پڌرنامي ذريعي ڄاڻائي ۽ هرهڪ سب ڊويزن ۾ اهڙا تعلقا اهڙين حدن سان هوندا، جيئن حڪومت پنهنجي پڌرنامي مطابق حڪم ڪندي.

(٢) حڪومت پڌرنامي.ذريعي صوبي ۾ ڊويزنن، ضلعن، سب ڊويزنن ۽ تعلقن جي تعداد ۽ حدن ۾ ڦير ڦار ڪري سگهي ٿي.

# باب ٽيون

## روينيو عملدارن جي مقرري ۽ اختيار

### قلم-٧. روينيو عملدارن جا درجا:

(١) روينيو عملدارن جا درجا هن ريت هوندا:

(الف) روينيو بورڊ.

(ب) ڪمشنر.

(ج) ڪليڪٽر.

(د) اسسٽنٽ ڪليڪٽر I پهرين گريڊ جو.

(هہ) اسسٽنٽ ڪليڪٽر II ٻئي گريڊ جو.

(٢) ضلعي جو ڊپٽي ڪمشنر يا اهڙو عملدار، جو وقتي طور تي ڊپٽي ڪمشنر جا فرض سنڀاليندو، سو انهي ضلعي جو ڪليڪٽر هوندو.

### قلم-٨. ڪمشنرن ۽ ڪليڪٽرن جي مقرري:

هر ڊويزن لاءِ هڪ ڪمشنر ۽ هر ضلعي لاءِ هڪ ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر هوندو، جنهن کي حڪومت مقرر ڪندي. هو ڊويزن ۽ ضلعي ۾ جيئن حالتون هونديون، تيئن هن ايڪٽ هيٺ ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر جا سڀ اختيار استعمال ڪندو ۽ سڀ فرض بجا آڻيندو.

### قلم-٩. ايڊيشنل ڪمشنر ۽ ايڊيشنل ڪليڪٽر:

حڪومت ڪنهن بہ ڊويزن ۾ ايڊيشنل ڪمشنر ۽ ڪنهن بہ ضلعي ۾ ايڊيشنل ڪليڪٽر مقرر ڪري سگهي ٿي، جيڪو واسطيدار ڊويزن يا ضلعي ۾ سڀ يا ڪي اختيار استعمال ڪندو ۽ سڀ يا ڪي فرض بجا آڻيندو، جيڪي هن ايڪٽ هيٺ ڪمشنر يا ڪليڪٽر کي سونپيا ويا آهن، ليڪن اهي اختيار هو ايڊيشنل ڪمشنر جي حالت ۾ ڊويزن جي ڪمشنر ۽ ايڊيشنل ڪليڪٽر جي حالت ۾ ضلعي جي ڪليڪٽر جي عام نظرداري ۽ ضابطي جي پابنديءَ سان استعمال ڪندو يا بجا آڻيندو.

## قلم-١٠. اسسٽنٽ ڪليڪٽر:

(١) حڪومت کي اختيار آهي تہ هرهڪ ضلعي ۾ ايترا اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ I ۽ گريڊ II جا مقرر ڪري جيترا مناسب سمجهي.

(٢) حڪومت کي اختيار آهي تہ ضلعي ۾ سب ڊويزنن جي روينيو انتظاميہ انهيءَ ضلعي ۾ مقرر ڪيل ڪنهن بہ اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊI جي حوالي ڪري ۽ ڪليڪٽر جا سڀ يا ڪي اختيار قلم ٦١جي پيٽي قلم(٦) هيٺ اهڙي عملدار کي سونپي.

(٣) جيڪڏهن ڪليڪٽر جا ڪي بہ اختيار هن ايڪٽ هيٺ اسسٽنٽ ڪليڪٽر کي سونپيا وڃن تہ اهي هو ڪليڪٽر جي ضابطي ۽ پابندي هيٺ استعمال ڪندو.

## قلم-١١. مختيارڪار وغيره:

تعلقي جي مڪاني روينيو انتظام کي جنهن مکيہ عملدار جي حوالي ڪبو، ان کي مختيارڪار سڏيو ويندو. جيڪو اسسٽنٽ ڪليڪٽر جا اهڙا اختيار استعمال ڪندو ۽ فرض بجا آڻيندو، جيڪي هن ايڪٽ هيٺ يا ان جي وسيلي کيس سونپيا ويندا .

## قلم-١٢. بعض مقررين جي پڏرائي:

سيني عملدارن جي مقرري حڪومت جي پڏرنامي ذريعي ڪئي ويندي.

## قلم-١٣.روينيو عملدارن تي انتظامي ضابطو:

(١) روينيو بورڊ حڪومت جي هر ضابطي جو پابند رهندو.

(٢) واسطيدار عملدارن تي روينيو بورڊ جي نظرداري رهندي ۽ اهي ان جا زيردست هوندا.

(٣) روينيو بورڊ جي ضابطي هيٺ ڪمشنر پنهنجي ڊويزن جي بين واسطيدار عملدارن مٿان ضابطو رکندو.

(۴) ڊپٽي ڪمشنر يا ڪليڪٽر وري ڪمشنر جي ضابطي هيٺ ضلعي جي سيني عملدارن تي ضابطو رکندو.

## قلم - ۱۴. ڪم جي ورڇ، ڪيس واپس وٺڻ ۽ ٻئي ڏانهن منتقل يا موڪلڻ جا اختيار:

(۱) رونيو بورڊ لکيل حڪم ذريعي سندس ضابطي هيٺ رونيو عملدارن جي بدڻ جوڳن معاملن جي اهڙي طريقي سان جيئن مناسب سمجهي ورڇ ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙي حڪم ذريعي ڪوبہ ڪيس ، جو ڪنهن رونيو عملدار وٽ هلي رهيو آهي، واپس وٺي سگهي ٿو.

(۲) پيٽي قلم (۱) هيٺ رونيو بورڊ جي استعمال جوڳا اختيار ساڳئي نموني جي حڪم ۽ طريقي سان ڪمشنر يا ڪليڪٽر انهن معاملن بابت جيڪي ترتيبوار سندن ضابطي هيٺ ٻين رونيو عملدارن جي ٻڌڻ جوڳا هجن، يا ڪي ڪيس وٽن هلي رهيا هجن، استعمال ڪري سگهن ٿا.

(۳) جڏهن رونيو بورڊ پيٽي قلم (۱) هيٺ ڪيس واپس ورتو هجي تہ اهو ڪيس بورڊ پاڻ نيڪال ڪري سگهي ٿو يا لکيل حڪم ذريعي ڪنهن ٻئي رونيو عملدار ڏانهن نيڪال لاءِ موڪلي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن پيٽي قلم (۲) هيٺ ڪمشنر يا ڪليڪٽر ڪيس واپس ورتو هجي تہ ان صورت ۾ اهو ڪيس پاڻ نيڪال ڪري سگهي ٿو يا ساڳي طريقي حڪم ذريعي اهو سندس ضابطي هيٺ ڪنهن بہ رونيو عملدار ڏانهن موڪلي سگهي ٿو.

(۴) هن قلم هيٺ ڏنل ڪو بہ حڪم ڪنهن بہ رونيو عملدار کي اهو اختيار نہ ڏيندو تہ هو اهڙو اختيار استعمال ڪري يا ڪنهن معاملي تي ڪارروائي ڪري، جنهن جي استعمال جو يا ان تي ڪارروائي ڪرڻ جو هو پنهنجي عملداريءَ وارين حدن اندر مجاز نہ آهي.

## قلم-۱۵. عهدن جو اشتراڪ يعني هڪ کان وڌيڪ عهدن کي گڏي ڇڏڻ:

حڪومت کي اختيار هوندو تہ هو قانون مطابق اهليت رکندڙ ڪنهن هڪ ئي عملدار کي، هن باب جي گنجائش مطابق ٻن يا ٻن کان وڌيڪ عهدن تي مقرر ڪري.

## قلم-۱٦. رونيو عملدارن کي اختيارن جي سپردگي:

(۱) هن ايڪٽ هيٺ حڪومت پڌرنامي ذريعي ڪنهن بہ عملدار کي ڪمشنر يا ڪليڪٽر جا سڀ يا ڪجهہ اختيار سونپي سگهي ٿي ۽ ساڳي ريت پڻ واپس وٺي سگهي ٿي.

(۲) هن ايڪٽ هيٺ رونيو بورڊ پڌرنامي ذريعي ڪنهن بہ عملدار کي اسسٽنٽ ڪليڪٽر جا سڀ يا ڪجهہ اختيار سونپي سگهي ٿو ۽ ساڳي ريت پڻ واپس وٺي سگهي ٿو.

(۳) ڪو بہ شخص جنهن کي هن قلم هيٺ اختيار سونپيا وڃن، سو اهڙين مڪاني حدن اندر ۽ اهڙي قسم جي ڪيسن ۾ اهي اختيار استعمال ڪندو، جيئن حڪومت يا رونيو بورڊ هدايت ڪري يا جيستائين ڪا بہ نئين هدايت ڪئي وڃي،تيستائين ڪيس سيني مقصدن واسطي حالتن مطابق، ڪمشنر، ڪليڪٽر يا اسسٽنٽ ڪمشنر سمجهيو ويندو.

## قلم-۱۷. رونيو عملدارن جا فرض:

سواءِ ان جي تہ هن ايڪٽ هيٺ رونيو عملدارن جي اختيارن جو تعين ڪيو ويو هجي، رونيو بورڊ پڌرنامي ذريعي طئي ڪندو تہ ڪهڙو فرض ڪهڙي رونيو عملدار کي ادا ڪرڻو آهي.

## قلم- ۱۸. رونيو عملدارن جي بدلي بعد سندن اختيارن جو قائم رهڻ:

جڏهن ڪنهن بہ درجي جو رونيو عملدار، جنهن هن ايڪٽ جي حڪمن هيٺ مڪاني حدن اندر ڪنهن درجي جا اختيار استعمال ڪيا آهن، هڪڙي مڪاني حد مان ڪنهن ٻيءَ حد ڏانهن ساڳي درجي يا ٻئي درجي تي بدلي ٿي وڃي ٿو تہ هو انهيءَ نئين مڪاني حد ۾ اهي اختيار استعمال ڪندو رهندو، جيسين حڪومت يا رونيو بورڊ حالتن مطابق ڪا نئين هدايت جاري ڪري.

# باب چوٿون

## رونيو عملدارن جي ڪم ڪار جو طريقو

### قلم-١٩. رونيو عملدارن جي زير دستي:

سيني سرڪاري ڪمن ۽ ڪارروائين ۾ هڪ رونيو عملدار مخصوص قانون جي حڪمن جي عدم موجودگي ۾ فرض ادائگيءَ جي هنڌ، وقت ۽ طريقهءِ ڪار متعلق بالا رونيو عملدار جي هدايتن ۽ ضابطي جو تابع رهندو، جنهن جو هو زيردست آهي.

### قلم-٢٠. ڪم ڪار هلائڻ لاءِ قاعدن ناهڻ جو اختيار:

(١) رونيو بورڊ کي اختيار آهي تہ اهڙين حالتن ۾ جڏهن هن ايڪٽ ۾ طريقہءِڪار ترتيب ڏنل نہ هجي، حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان رونيو عملدارن جي ڪارروائي لاءِ طريقہءِ ڪار ترتيب ڏيڻ واسطي قاعدا جوڙي جيڪي هن ايڪٽ سان موافق هجن،

(٢) اهڙن معاملن جا قاعدا، هن ايڪٽ هيٺ غيرمتحرڪ ملڪيت مان بيدخلي يا ان جي قبضي ڏيارڻ بابت طريقو ترتيب ڏيئي سگهن ٿا ۽ اهڙا قاعدا رونيو عملدارن جيبِ ادبي ۽ اٽڪاءُ وغيره متعلق اهي سڀ يا جزوي اختيار ڏيئي سگهن ٿا، جيڪي ديواني ڪورٽ ڊِڪري تعميل ڪرائڻ لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿي، جنهن موجب ڪورٽ اهڙي ملڪيت مان بي دخلي يا ملڪيت جو قبضو ڏيارڻ لاءِ فيصلو ڏنو هجي.

(٣) هن قلم هيٺ نهيل قاعدن جي تابع هڪ رونيو عملدار ڪوبہ ڪيس، جيڪو هو هن ايڪٽ هيٺ نيڪال ڪرڻ جو اختيار رکي ٿو، پنهنجي بئي زيرِدست رونيو عملدار ڏانهن جانچ ۽ رپورٽ لاءِ موڪلي سگهي ٿو ۽ ان کان پوءِ واسطيدار ڌرين کي ٻُڌڻ جو موقعو ڏيڻ بعد اهڙي رپورٽ تي ان ڪيس جو فيصلو ڪري سگهي ٿو.

### قلم-٢١. ڪهڙا شخص رونيو عملدارن جي روبرو حاضر ٿي سگهن

ٿا يا درخواست پيش ڪري سگهن ٿا:

(۱) هن ايڪٽ موجب هيٺيان شخص هڪ روينيو عملدار وٽ حاضري، درخواست جي پيشي ۽ ان جي سامهون ٻي ڪنهن ڪارروائي لاءِ حاضر ٿي سگهن ٿا:

(الف) خود ڌريون،

(ب) سندن اختيار ڏنل عيوضي يا قانوني پيشور يعني وڪيل.

جڏهن ته عيوضي يا پيشور جي مقرريءَ جي ڪري ان ڌُر جي ذاتي حاضري معاف نه ٿيندي، جنهن ۾ روينيو عملدار ان جي حاضريءَ جي خاص طور طلب ڪئي آهي.

(۲) قانوني پيشور جي فِي، ڪنهن روينيو عملدار وٽ هن ايڪٽ هيٺ ڪارروائي ۾ حرجاڻي طور منظور نه ڪئي ويندي پر جيڪڏهن اهو عملدار مناسب سمجهي ته فِي مقرر ڪندو جنهن لاءِ هو لکيت ۾ سبب ڄاڻائيندو.

## قلم-۲۲. شهادت ۽ دستاويز پيش ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي گهرائڻ بابت روينيو عملدارن جا اختيار:

(۱) روينيو عملدار هر انهي شخص کي طلب ڪرڻ جو مجاز آهي، جنهن کي ڪنهن معاملي لاءِ پنهنجي روبرو روينيو عملدار جي حيثيت سان ضروري سمجهي.

(۲) هڪ شخص جنهن کي اهڙي طرح طلب ڪيو ويو هجي، سو سمن ۾ ڏيکاريل وقت ۽ جاءِ تي روبرو يا جيڪڏهن سمن اهڙي اجازت ڏئي ته اختيار ڏنل عيوضي يا قانوني پيشور يعني وڪيل جي معرفت حاضر ٿيڻ لاءِ ٻڌل رهندو. پر شرط هي آهي ته سِول پروسيجر ڪوڊ ۱۹۰۸ جي قلم ۱۳۲ ۽ ۱۳۳ هيٺ ڏنل رعايتون هن قلم هيٺ حاضريءَ جي طلبي سان پڻ لاڳو ٿينديون.

(۳) سمن جي تعميل ۾ حاضر ٿيندڙ شخص ڪنهن به معاملي بابت سچ چوڻ لاءِ ٻڌل رهندو، جنهن بابت هن کان پڇا ڪئي ويندي يا هو بيان ڏئي ٿو ۽ اهڙا دستاويز يا ٻيون شيون جيڪي روينيو عملدار کي ان معاملي بابت گهربل هونديون سي سڀ ڪيس پيش ڪرڻيون پونديون.

## قلم-۲۳. سمن لکيت ۾ هئڻ گهرجي ۽ ان تي صحيح ۽ مهر هڻيل هجي:

هر سمن لکيت ۾ هوندي ۽ ان جي نقل ڪاپي پڻ تيار ٿيندي ۽ ان ۾ اهو مطلب صاف بيان ڪيل هوندو، جنهن لاءِ اها جاري ڪئي وئي آهي ۽ جاري ڪندڙ رونيو عملدار ان تي پنهنجي صحيح ڪندو ۽ جيڪڏهن وٽس سندس مهر هوندي ته اها به ان سمن تي لڳائي ويندي.

## قلم-٢۴. سمن جي تعميل جو طريقو:

(١) رونيو عملدار طرفان جاري ڪيل سمن ممڪن حد تائين هن ريت تعميل ٿيندو:

(الف) ذاتي طور ان شخص تي جنهن جي نالي تي اها جاري ڪيل آهي، يا جيڪڏهن ائين نه ٿئي ته

(ب) ان شخص جو بااختيار عيوضي، يا

(ج) ان شخص جي خاندان جو ڪو بالغ فرد، جيڪو عام طور ساڻس گڏ رهندڙ هجي.

(٢) جيڪڏهن پيٽي قلم (١) هيٺ ڏيکاريل طريقي موجب تعميل عمل ۾ اچي نه سگهي يا تعميل جي قبوليت کان انڪار ڪيو وڃي ته سمن جي ٻي ڪاپي، جنهن ڏانهن نڪتل آهي، ان شخص جي دستوري ۽ ڄاڻايل رهائشگاهه يا آخري سڃاتل رهائشگاهه تي لڳائڻ ذريعي تعميل ڪرائي وڃي يا جيڪڏهن اهو شخص ڪنهن ٻي ضلعي ۾ رهندڙ آهي ته سمن هيٺين ريت تعميل ڪرائي وڃي.

(الف) سمن، جنهن ضلعي ۾ ان شخص جي دستوري رهائش هجي ان ضلعي جي ڪليڪٽر ڏانهن ٽپال ذريعي موڪلجي، جيڪو پيٽي قلم (ا) ۾ ڄاڻايل نهراءُ موجب اها سمن تعميل ڪرائيندو، ۽

(ب) سمن جي هڪ ڪاپي جنهن ديهه ۾ زمين واقع آهي ان ۾ يا ان ديهه جي پرسان، ڪنهن مشهور هنڌ تي لڳائي وڃي.

(٣) جيڪڏهن سمن، ڪنهن اهڙي ڪيس متعلق آهي، جنهن ۾ ساڳيو حق رکندڙ ٻيا به ڪيترا ماڻهو آهن جو انهن سڀني تي انفرادي طرح تعميل مناسب طور ممڪن نه آهي ته پوءِ جيڪڏهن رونيو عملدار هدايت ڪري ته سمن هن طرح تعميل ٿئي جو، ڪجهه ماڻهن، جن کي هو هن سلسلي ۾ نامزد ڪري، تن کي

سمن جي ڪاپي ڏني وڃي ۽ باقي بچيل بين واسطيدار ماڻهن جي معلومات لاءِ ان سمن جي مضمون جي تعميل اشتهار ذريعي ڪئي وڃي.

(۴) جيڪڏهن رونيو عملدار چاهي تہ سمن، جنهن جي نالي جاري ڪئي وئي آهي، ان کي رجسٽرڊ ٽپال ذريعي واسطيدار شخص ڏانهن ڏياري موڪلي.

(۵) جڏهن سمن مٿي ذڪر ڪيل طريقي سان موڪلي وڃي تہ رونيو عملدار اهو نتيجو ڪڍي سگهي ٿو تہ سمن ان وقت تعميل ٿي وئي جيئن خط ٽپال جي عام دستور موجب پهچي وڃڻ کپي.

## قلم- ۲۵. اطلاع نامو، حڪم نامو يا اشتهار يا ان جي نقل جي تعميل جو طريقو:

(۱) نوٽيس، حڪم، يا عام اطلاع يا اهڙي ڪنهن دستاويز جي ڪاپي، جيڪو هڪ روينيو عملدار ڪنهن شخص تي تعميل ڪرڻ لاءِ جاري ڪيو هجي تہ اهو اهڙي ئي طريقي سان تعميل ٿيندو، جيڪو طريقو قلم ۲۴ هيٺ سمن جي تعميل لاءِ ڄاڻايل آهي.

(۲) ڪوبہ اهڙو نوٽيس، حڪم نامو يا عام اطلاع يا ان جو نقل، ان ۾ ڇڪايل ڪنهن بہ شخص نالي يا سندس عهدي ۾ غلطي ڪري بيڪار نہ سمجهيو ويندو، جيسين اهڙي غلطي سبب ڪا وڏي نا انصافي نہ ٿي هجي.

## قلم- ۲۶. اشتهار پڌري ڪرڻ جو طريقو:

جڏهن ڪو عام اطلاع هڪ رونيو عملدار جاري ڪري تہ ان جي پڌرائي انهن طريقن کان سواءِ جيڪي هن ايڪٽ هيٺ مقرر ڪيل آهن، پڙهي ڏيارڻ يا رواج مطابق ڪنهن ٻئي طريقي سان ۽ ان جي هڪ ڪاپي ڪنهن ظاهر هنڌ تي ان واسطيدار زمين اندر يا ان جي پرسان لڳائڻ جي ذريعي پڻ ڪرائي سهگجي ٿي.

## قلم- ۲۷. هن ايڪٽ هيٺ انڪوائري يعني تحقيق کي عدالتي ڪارروايون تصور ڪيو ويندو:

(۱) هن ايڪٽ هيٺ هر تحقيقات پاڪستان پينل ڪوڊ ۱۸۶۰ (ايڪٽ (1860-XLV جي قلم ۱۹۳، ۲۱۹ ۽ ۲۲۸ جي مفهوم موجب عدالتي

ڪارروائي سمجهي ويندي ۽ انڪوائري ڪندڙ روينيو عملدار کي انڪوائري جي مقصدن لاءِ هڪ قسم جي ڪورٽ تسليم ڪيو ويندو.

(٢) اهڙي انڪوائري ۾ هر ڪا شنوائي ۽ فيصلو عام ماڻهن جي روبرو کليل ٿيندو ۽ واسطيدار ڌريون ۽ انهن جي اختيار ڏنل عيوضين کي حاضر رهڻ خاطر اڳواٽ چاڻ لاءِ مناسب نوٽيس ڏنو ويندو.

## قلم-٢٨. روينيو آفيسن جي دفتري ٻولي:

حڪومت پڌرنامي ذريعي پڌرو ڪري سگهي ٿي تہ صوبي جي ڪنهن خاص ڀاڱي ۾ هن ايڪٽ جي مقصدن لاءِ ڪهڙي ٻولي عام استعمال ۾ ايندي.

## قلم-٢٩. باقيدار جي گرفتاري وارنٽ ذريعي ڪئي ويندي:

هن ايڪٽ هيٺ جڏهن بہ ڪنهن باقيدار کي گرفتار ڪرڻو هوندو تہ اها گرفتاري وارنٽ ذريعي ڪئي ويندي. اهڙو وارنٽ اهو روينيو عملدار جاري ڪندو، جنهن کي باقيدار جي گرفتاريءَ جو اختيار هوندو.

## قلم-٣٠. ڪنهن ايراضي يا اڏاوت ۾ پيمائش وغيره خاطر داخل ٿيڻ بابت روينيو عملدارن جا اختيار:

ڪنهن بہ روينيو عملدار يا ٻئي اهڙي شخص کي جيڪو روينيو عملدار جي حڪم هيٺ عمل ڪندو هجي، قانون مطابق جائز ٿيندو تہ ڪنهن بہ وقت، جڏهن ضروري سمجهي اهڙي سر زمين جيڪا سرڪاري يا خانگي هجي، تنهن ۾ ماپ ڪرڻ، حدون نروار ڪرڻ، زمين جي نوعيت جانچڻ، سرزمين ڏسڻ ۽ تپاسڻ لاءِ يا هن ايڪٽ هيٺ ٻئي ڪنهن مقصد خاطر پنهنجي قانوني اختيارن موجب داخل ٿئي.

بشرطيڪ ڪنهن بہ اهڙي جاءِ ۾ جيڪا رهائش طور ڪتب ايندڙ هوندي،ان ۾ ڪوبہ داخل ٿي نہ سگهندو، جيستائين ان جاءِ جو قابض رضامند ٿئي يا سواءِ قابض تي گهٽ ۾ گهٽ ستن ڏينهن جي مقرر ٿيل فارم وارو نوٽيس تعميل ڪيو وڃي.

وڌيڪ شرط هي بہ آهي تہ قبضيدار جي سماجي ۽ مذهبي حيثيت ۽ جذبن جو هميشه خاص لحاظ ۽ احترام رکيو ويندو.

### قلم-٣١. اجلاس ڪرڻ جو مقام:

(١) پهرئين درجي جي اسسٽنٽ ڪليڪٽر کان سواءِ ٻيو رونيو عملدار هن ايڪٽ هيٺ پنهنجا اختيار پنهنجي اختياري واري علائقي جي حدن اندر ڪنهن به جڳهه تي استعمال ڪري سگهي ٿو.

(٢) پهرئين درجي جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر جنهن ضلعي ۾ هو مقرر ٿيل آهي، ان ضلعي جي ڪنهن به هنڌ پنهنجا اختيار استعمال ڪري سگهي ٿو.

### قلم-٣٢. موڪلن جي ڏينهن تي ڪيل ڪارروايون:

هن ايڪٽ هيٺ رونيو عملدار وٽ، اهڙي ڪنهن به ڏينهن تي، جيڪو موڪل جو ڏينهن پڌرو ڪيو ويو هجي، هلايل ڪارروايون، موڪل جو ڏينهن هئڻ سبب ناجائز نه سمجهيون وينديون.

### قلم-٣٣. مهرون:

حڪومت وقت بوقت عام اعلان ذريعي حڪم ڏيئي سگهي ٿي ته ڪهڙا رونيو عملدار مهر استعمال ڪندا ۽ ڪهڙي ماپ ۽ تفصيل واري مهر اهڙن عملدارن مان هرهڪ استعمال ڪندو.

### قلم-٣٤: نقصان ۽ حرج :

رونيو عملدار هن ايڪٽ,هيٺ ڪنهن به ڪارروائيءَجو حرجاڻو ڏياري يا اهڙي طريقي سان جيئن هو مناسب سمجهي تقسيم ڪري سگهي ٿو. بشرطيڪ جيڪڏهن هو اهو حڪم ڪري ته اهڙي ڪارروائيءَجي حرجاڻي کان پوءِ ٻي ڳالهه نه ٿيندي ته اهڙي حڪم لاءِ سبب لکڻا پوندا.

### قلم -٣٥. ڏنڊ:

جيڪڏهن ڪوبه شخص، جنهن کي هڪ رونيو عملدار طرفان ڪنهن مقرر وقت تي ۽ ڪنهن خاص جڳهه تي، جيڪا ان جي رهڻ واري ديهه جي حدن اندر آهي يا جنهن ديهه ۾ هو زمين آباد ڪندڙ آهي، سمن، نوٽيس يا حڪم نامي يا اشتهار ذريعي ان هنڌ حاضر رهڻ لاءِ طلب ڪيو ويو آهي ۽ هو ان حڪم جي تعميل ۾ ڪوتاهي ڪري ٿو ته هو ان رونيو عملدار جي اختيار موجب ڏنڊ جو ذميوار ٿيندو، جيڪو وڌ ۾ وڌ پنجاهه روپين تائين ٿي سگهي ٿو.

# باب پنجون

## ديھہ جو عملدار

### قلم- ٣٦. ديھہ جي عملدارن جي مقرري وغيره کي باضابطہ بنائڻ جا قاعدا:

رونيو بورڊ کي حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان اختيار آهي تہ ديھہ جي عملدارن جي مقرري، فرض، پگهار، سزا، موقوفي، معطلي ۽ برطرفي کي باضابطہ بنائڻ لاءِ قاعدا تيار ڪري.

### قلم-٣٧. ديھہ جي عملدارن جو لوازمو:

(١) حڪومت ديھہ جي عملدارن جي معاوضي لاءِ، سواءِ انهن جي جيڪي سرڪاري ملازم هجن، اشتهار ذريعي صوبي جي سيني يا ڪن ديهن تي اهڙي شرح يا شرحن تي، جو ڍل جي پنجين حصي کان وڌيڪ نہ هوندو، جيڪڏهن مناسب سمجهي تہ سيس يعني لوازمو مقرر ڪري سگهي ٿي.

(٢) رونيو بورڊ کي حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان اختيار آهي تہ ديھہ جي عملدارن جي سيس جي وصولي، نگراني ۽ ورڇ لاءِ قاعدا جوڙي.

### قلم- ٣٨. ديھہ جي عملدارن جي لوازمي جي ضبطي يا انهي جي ٻئي نموني استعمال تي بندش:

(١) ديھہ جي عملدارن جا لوازما، جن جو ذڪر قلم (١) ٣٧ ۾ ڪيو ويو آهي، سول يا رونيو ڪورٽ جي ڊڪري يا حڪم نامي هيٺ ضبطي جوڳا نہ تيندا.

(٢) ڪنهن بہ اهڙي لوازمي جي منتقلي يا ان بابت ڪنهن زير باريءَ جو اقرار نامو باطل تيندو، جيسين رونيو بورڊ ان جي بنسبت تهيل قاعدن موجب اختيار نہ ڏنو هجي.

# باب ڇهون
## حقن جو رڪارڊ

### قلم- ٣٩. حقن جو رڪارڊ ۽ ان ۾ شامل ڪاغذ پٽ:

(١) سواءِ ان جي جو هن باب ۾ ٻيءَ طرح ڄاڻايل هجي، هرهڪ ديهہ لاءِ حقن جو رڪارڊ ٿيندو.

(٢) ديهہ جي حقن جي رڪارڊ ۾ هيٺيان دستاويز ٿيندا يعني؛

(الف) بيان جيتري قدر عمل جي قابل هجن، ڏيڪارين تہ:

(i) اهي شخص زميندار آهن يا هاري آهن يا ديهہ ۾ ڪنهن ڪرائي، نفعي يا پيداوار حاصل ڪرڻ يا ان ايراضيءَ تي قبضي جا حقدار آهن.

(ii) ذڪر ڪيل شخصن جي حقن جي نوعيت، مقدار ، شرط ۽ ذميواريون، جيڪي مذڪوره حق متعلق هجن ۽

(iii) ڪرايو، ڍل، محصول، سيس يا ٻيون ادائگيون جيڪي مذڪوره شخصن مان هرهڪ ڪان ۽ هرهڪ ڪي ۽ حڪومت کي ملڻ جوڳا هجن.

(ب) هي شق سنڌ ۾ منسوخ ٿيل آهي.

(ج) ديهہ جو نقشو.

(د) اهڙا ٻيا دستاويز، جيڪي رونيو بورڊ حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان مقرر ڪري.

### قلم- ٤٠. حقن جي رڪارڊ جي خاص نظر ثاني:

(١) جڏهن رونيو بورڊ کي معلوم ٿئي تہ ڪنهن ديهہ جي حقن جو رڪارڊ موجود نہ آهي يا موجود حقن جي رڪارڊ ۾ خاص نظر ثانيءَ جي ضرورت آهي تہ رونيو بورڊ کي اختيار هوندو تہ پڌرنامي ذريعي هدايت جاري ڪري تہ حقن جو رڪارڊ تيار ڪيو وڃي يا اهو رڪارڊ جهڙي حالت ۾ هجي ان جي خاص طرح نظرثاني ڪئي وڃي.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ پڌرنامي ذريعي اهو حڪم ڏيئي سگهجي ٿو تہ ڪنهن

۾ مڪاني علائقي ۾ سيني يا ڪن ديهن جو رڪارڊ تيار ڪيو وڃي يا خاص طرح نظرثاني ڪئي وڃي.

(٣) هن قلم هيٺ ديهه لاءِ تيار ڪيل يا خاص طرح نظرثاني ڪيل حقن جي رڪارڊ کي ديهه جي حقن جو رڪارڊ تصور ڪيو ويندو. پر ان جو اثر حڪومت جي حق تي ڪنهن اهڙي لحاظ سان نه ٿيندو، جيڪو حقن جي رڪارڊ مان حڪومت جي حق ۾ پيدا ٿي چڪو هجي.

## قلم-٤١. سنڌ جي ترميمي آرڊيننس XI سال ١٩٨٠ موجب رد ٿيل.

## قلم-٤٢. رڪارڊ تيار ڪرڻ جو طريقو:

(١) رونيو بورڊ کي اهو اختيار هوندو ته صرف حقن جي رڪارڊ جي تياريءَ متعلق ڪم ۽ اهڙن حقن جي ڦير گهير جي رجسٽر واسطي مختيارڪار جي دفتر ۾ هڪ الڳ شعبو (Cell) قائم ڪري، جيڪو اهڙن گهربل عملدارن تي مشتمل هجي جيڪي رڳو اهو ڪم سرانجام ڏين.

(٢) حقن جي رڪارڊ ۽ ڦير گهير جي داخلائن جي رجسٽر جون ٽي ڪاپيون ٺهنديون، جن مان هڪ مختيارڪار جي آفيس ۾ قائم ٿيل شعبي ۾، ٻي ڪابي سنڌ لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس ١٩٧٩ع هيٺ قائم ڪيل واسطيدار يونين ڪائونسل يا ٻي متعلقه ڪائونسل ۾ ۽ ٽين ڪاپي ٽپيدار وٽ رهندي.

(٣) جڏهن ڪنهن شخص ڪنهن ڪاتي ۾ ڪو اهڙو حق يا مفاد حاصل ڪيو آهي، جيڪو ملڪيت جي قانون انتقال (ٽرانسفر آف پراپرٽي ايڪٽ) مجريه ١٨٨٢ع جي قلم ١٠٠ جي مفهوم موجب آسائش يا زيرباري هيٺ گروي شمار نه ٿيندڙ هوندو، تڏهن هو زباني يا لکيت ۾ مختيار ڪار يا اهڙي ٻئي عملدار کي جنهن کي رونيو بورڊ مقرر ڪري ۽ جنهن کي مقرري بعد مجاز عملدار ڪوٺيو ويندو، اهڙي حصول جو ٽن مهينن اندر اطلاع ڏيندو.پر جيڪڏهن اهو شخص جنهن اهو حق حاصل ڪيو هجي، سو نابالغ هجي يا ڪنهن ٻي صورت ۾ اهڙي اطلاع ڏيڻ جي قابل نه هجي ته ان صورت ۾ ان جو سنڀاليندڙ يا ٻيو ڪو شخص

جنهن جي سنڀال هيٺ اها ملڪيت هوندي، اطلاع ڏيندو.
وڌيڪ هي بہ شرط آهي تہ جيڪڏهن اهو حق يا مفاد رجسٽرڊ دستاويز ذريعي حاصل ڪيو ويو هوندو تہ اطلاع ڏيڻ ضروري نہ ٿيندو. اهڙي صورت ۾ واسطيدار سب رجسٽرار جو فرض ٿيندو تہ هو رجسٽري ڪان پوءِ ٽن مهينن اندر مختيارڪار يا مجاز عملدار کي اطلاع ڏئي.
**سمجهاڻي:** ڪوبہ شخص جنهن جي فائدي ۾ گروي آزاد ٿي آهي، يا ختم ٿي آهي يا مقاطعو بحال ڪيو ويو آهي تہ اهو شخص هن پيٽي قلم موجب حق حاصل ڪري ٿو.
(۴) جيڪڏهن پيٽي قلم (۳) هيٺ زباني طرح اطلاع ڏنو وڃي تہ مختيارڪار يا مجاز عملدار ان کي قلم بند ڪندو ۽ اطلاع ڏيندڙ شخص جي صحيح يا آڱوٺي جو نشان وٺندو.
(۵) مختيارڪار يا مجاز عملدار تصديق ڪندو تہ پيٽي قلم (۳) هيٺ گهربل اطلاع ملي چڪو آهي تہ پوءِ اهڙو اطلاع ڪندڙ شخص کي ڏيندو.
(٦) مختيارڪار يا مجاز عملدار اهو اطلاع جو هن کي پيٽي قلم (۳) هيٺ مليو هوندو، شعبي جي مقرر انچارج ڏانهن موڪلي ڏيندو. ان حالت ۾ جڏهن مختيارڪار يا مجاز عملدار پاڻ انچارج نہ هوندو تہ انچارج اهڙي اطلاع ملڻ تي يا ٻي صورت ۾ خاطري ٿيڻ تي تہ ڪنهن ڪاتي ۾ ڪنهن کي حق يا مفاد حاصل ٿيو آهي تہ اهڙي حصول جي داخلا ڦيرگهير جي رجسٽر ۾ ڪندو.
(۷) شعبي جو انچارج يا مختيارڪار، جتي اهڙو شعبو نہ آهي پيٽي قلم (٦) هيٺ داخلا رکڻ ڪان پوءِ هيٺيان قدم کڻندو:
(الف) تعلقي جي نوٽيس بورڊ تي داخلا جو هڪ نقل لڳائيندو.
(ب) داخلا جو هڪ نقل واسطيدار ٽپيدار ڏانهن ٽپيدارن جي ديري ۾ ڪنهن نمايان هنڌ تي لڳائڻ لاءِ موڪليندو.
(ج) لکيل نوٽيس ذريعي انهن سڀني ماڻهن کي ڄاڻ ڪرائيندو، جيڪي ڦير گهير ۾ دلچسپي رکندڙ نظر اچن ٿا يا سمجهيا وڃن ٿا.
(۸) ڪوبہ شخص جيڪڏهن پيٽي قلم (٦) هيٺ رکيل داخلا ڪان ناراض هجي

تہ اهڙي داخلا جي خلاف شعبي جي انچارج وٽ يا جتي اهڙو شعبو نہ هجي تہ مختيارڪار وٽ پيٽي قلم(٧) هيٺ نوٽيس جي تعميل ٿيڻ کان پندرنهن ڏينهن جي اندر اعتراض داخل ڪري سگهي ٿو.

(٩) پيٽي قلم (٨) هيٺ ڪي بہ پهتل اعتراض، جدا رجسٽر ۾ داخل ڪيا ويندا، جنهن رجسٽر کي هن کان پوءِ تڪراري ڪيسن جو رجسٽر ڪري چئبو.

(١٠) اعتراض جيڪي تڪراري ڪيسن جي رجسٽر ۾ داخل ڪيا ويندا، انهن بابت مختيارڪار يا اهڙي بئي مجاز عملدار طرفان جنهن کي رونيو بورڊ هن باري ۾ اختيار ڏنا هوندا.فيصلو ڪليل ڪچهري ۾ ڪيو ويندو، جيڪا واسطيدار تپي ۾ ڪوٺائي ويندي ۽ اعتراض ۾ دلچسپي رکندڙ سيني ڌرين کي تاريخ ۽ هنڌ متعلق گهٽ ۾ گهٽ ستن ڏينهن جو نوٽيس ڏنو ويندو ۽ کين مذڪوره ڪچهري ۾ ٻڌڻ جو مناسب موقعو پڻ ڏنو ويندو ۽ اعتراضن تي شنوائي کان پوءِ ڏنل حڪم کي تڪراري رجسٽر ۾ درج ڪيو ويندو.

(١١) ڦير گهير جي رجسٽر ۾ رکيل داخلائون، مختيارڪار جي تصديق ڪرڻ کان پوءِ حقن جي رڪارڊ ۾ اهڙي طريقي سان رکيون وينديون جيئن رونيو بورڊ مقرر ڪري.

(١٢) شعبي جو انچارج يا مختيارڪار جتي شعبو نہ هجي، اعتراض داخل ڪرڻ واري مدي ختم ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪي اعتراض داخل نہ ٿيا هجن يا پيٽي قلم (١٠) هيٺ پاس ڪيل حڪم کان ڏهن ڏينهن اندر، سندس سنيال هيٺ رکيل حقن جي رڪارڊ ۾ ضروري درستيون ڪندوءِ واسطيدار سپروائيزنگ تپيدار کي پڻ هدايت جاري ڪندو تہ هو واسطيدار يونين ڪائونسل ۽ تپيدار جي سنيال هيٺ حقن جي رڪارڊ ۾ هدايتن ملڻ کان پندرهن ڏينهن اندر ساڳي قسم جون درستيون داخل ڪري.

(١٣) پيٽي قلم (١٢) هيٺ ڪيل درستين جي تصديق:

(الف) جيڪڏهن درستيون شعبي جي انچارج ڪيون هونديون تہ تصديق مختيارڪار ڪندو.

(ب) ٻين حالتن ۾ اهو رونيو عملدار، جيڪو اسسٽنٽ مختيارڪار جي عهدي

کان گهٽ نہ هجي، تصديق ڪندو.

## قلم- ۴۳. سنڌ جي ترميمي آرڊيننس نمبر XI سال ۱۹۸۰ موجب رد ٿيل.

## قلم- ۴۴. تڪراري ڪيسن جو نبيرو:

(۱) جيڪڏهن رڪارڊ جي تياري يا ترميم يا مرتب ڪرڻ جي دوران يا هن باب هيٺ ڪابہ تحقيق ڪندي ڪنهن بہ اهڙي معاملي تي تڪرار پيدا ٿئي، جنهن جي رڪارڊ ۾ يا ڦيرگهير جي رجسٽر ۾ داخلا رڪٽي آهي تہ پوءِ رونيو عملدار پاڻ مرادو يا ڪنهن واسطيدار ڌر جي درخواست تي قلم ۴۵ جي تهرائن مطابق اهڙي تحقيق بعد جيئن هو مناسب سمجهي، فيصلو صادر ڪندو تہ مذڪوره معاملي متعلق ڪهڙي داخلا رکي وڃي ۽ ان متعلق سبب قلم بند ڪندو.

(۲) جيڪڏهن ڪنهن اهڙي تڪراري حالت ۾ رونيو عملدار خاطري ڪري نہ سگهي تہ ڌرين مان ڪهڙي ڌُر اهڙي ملڪيت تي قابض آهي، جنهن متعلق تڪرار آهي، تہ هن تي لازم ٿيندو تہ:

(الف) جيڪڏهن هو اسسٽنٽ ڪليڪٽر درجي پهرئين کان گهٽ نہ آهي تہ تحقيق ذريعي، جنهن ۾ سيني تڪراري ڌرين کي ٻڌڻ ۽ پنهنجي موقف جي تائيد ۾ ثابتي پيش ڪرڻ جو موقعو ڏيندو. انهن جا موقف ٻڌي معلوم ڪندو تہ مذڪوره ملڪيت جو سڀ کان وڌيڪ ڪهڙو شخص حقدار آهي ۽ لکيل حڪم جي ذريعي هيءَ هدايت ڪندو تہ ان شخص کي قبضو ڏياريو وڃي ۽ سندس اهڙي حڪم موجب ذڪر ڪيل رڪارڊ يا رجسٽر ۾ داخلا رکي وڃي.

(ب) جيڪڏهن اسسٽنٽ ڪليڪٽر پهرئين درجي کان گهٽ جو آهي تہ پوءِ اسسٽنٽ ڪليڪٽر درجي پهرئين کي اهڙي معاملي جي رپورٽ ڪندو، جيڪو ان معاملي تي شق (الف) ۾ ڏيکاريل طريقي موجب ڪارروائي ڪندو.

(۳) پيٽي قلم (۲) هيٺ جاري ڪيل حڪم، اهڙي ڊڪري يا حڪم جي تابع رهندو، جيڪو هن بعد ڪا واسطيدار ڪورٽ جاري ڪري.

## قلم- ۴۵. حقن جي رڪارڊ ۾ داخلائن جي ڦير گهير تي بندش:

حقن جي رڪارڊ جون داخلائون ايندڙ رڪارڊ ۾ ڦيرايون نہ وينديون، سواءِ انهن داخلائن جي:

(الف) جيڪي حقيقتن مطابق ثابت ٿيل هجن يا جن جو وجود تسليم ٿيل هجي.

(ب) اهڙين داخلائون جن جي متعلق سڀ واسطيدار ڌريون راضي هجن يا حقن جي تائيد اهڙي ڊڪري يا حڪم ذريعي ٿيندي هجي، جنهن جون سڀ ڌريون پابند هجن.

## قلم-۴٦. ڪاتي بدل جي في:

(١) رونيو بورڊ کي اختيار هوندو تہ هن باب هيٺ ڪنهن رڪارڊ يا رجسٽر ۾ سيني يا ڪن قسمن جي داخلائن يا اهڙين داخلائن جي نقل لاءِ فين جي شرح مقرر ڪري.

(٢) ڪنهن داخلا بابت ادائگي جوڳي في جي ادائگي ان شخص جي ذميواري ٿيندي جنهن جي حق ۾ اهڙي داخلا رکي وئي هوندي.

سمجهاڻي: رڪارڊ جون فيون هيٺين قسمن جون ٿين ٿيون:

(الف) رڪارڊ ۾ ڪنهن بہ حق جي حاصل ڪرڻ جي داخلا يا ڦير گهير جي داخلا جي في.

(ب) رڪارڊ ۾ ٿيل داخلائن جي نقلن جي في.

(ج) رڪارڊ جي چڪاس ياملاحظہ لاءِ في.

(د) دير تي وجڻ جي حالت ۾ يا ڪنهن دستاويز يا ڪاغذ پيش نہ ڪرڻ جي حالت ۾ قلم ۴٨ هيٺ ڏنڊ.

مٿيون فيون ۽ ڏنڊ سواءِ نقلاڻي في، رڪارڊ جي ڳولا ۽ چڪاس في، متفرقہ ڊيل طور وصول ٿينديون ۽ جمع بندي اسمن ۾ شامل آهن.

ڏيڪاريل فين جي بستگي ديهہ ۽ تعلقي جي مختلف فارمن ۾ ٿيندي آهي. ڪاتي بدل جي في ۽ نقلاڻي في رونيو بورڊ وقت بوقت "لئنڊ روينيو رولس ١٩٦٨ع" جي قلم ٣٦ موجب مقرر ڪندو. نقلاڻي في جو ١/٣ حصو تپيدار کي ڪٽڻو آهي ۽

باقي ۲/۳ حصوحڪومت جي خزاني ۾ (VII-LAND REV: MISC) هيٺ جمع ڪرايو ويندو. تپيدار ڪي هن مطلب لاءِ نقلاٽي فيءَ جو رجسٽر لئنڊ رونيو رولس" موجب رکڻو آهي ۽ ساڳيءَ ريت تعلقي آفيس ۾ اهڙو رجسٽر رکڻو آهي جو"لئنڊ روينيو رولس ۱۹٦۸ع" ۽ تعلقي مئنيوئل ۾ ڇاڻايل آهي.

نقلاٽي في جا اگهہ، هرهڪ رجسٽر ۽ ٻئي رڪارڊ لاءِ لئنڊ روينيو رولس ۱۹٦۸ع جي شيڊول ۾ ڏيکاريل آهن، پر اُهي جيئن متي ذڪر ڪيو ويو آهي، رونيو بورڊ جي حڪم موجب تبديل ٿي سگهن ٿا. رڪارڊ روم ۾ رکيل رڪارڊ جي چڪاس يا ملاحظہ لاءِ رواجي حالت ۾ هرهڪ ڪلاڪ لاءِ هڪ روپيو في ۽ خاص حالت ۾ ٻہ روپيا في وصول ڪئي ويندي ۽ رڪارڊ جي ڳولا لاءِ جڏهن درخواست گذار ڪنهن رڪارڊ جو پورو تفصيل يا عرصو نہ ٻڌائي سگهي، اهڙي حالت ۾ هرهڪ سال لاءِ هڪ روپيو في وصول ٿيندي. اهي فيون ڪورٽ في اسٽامپ ۾ وصول ڪيون وينديون.

## قلم- ۴۷. رڪارڊ جي تياري لاءِ ضروري معلومات فراهم ڪرڻ جي ذميواري:

(۱) هر اهو شخص جنهن جي حقن يا مفاد يا ذميوارين بابت ڪنهن رڪارڊ يا رجسٽر ۾ داخلا رکڻ ضروري آهي يا داخلا رکي ويئي آهي، انهيءَ جو پابند رهندو تہ جيڪو رونيو عملدار يا تپيدار رڪارڊ مرتب ڪرڻ يا ترميم ڪرڻ ۾ مشغول هجي، هن جي گهر ڪرڻ تي اهڙي سموري معلومات يا دستاويز جيڪي ان شخص جي علم يا قبضي يا اختيار ۾ هجن ۽ جيڪي ذڪر ڪيل رڪارڊ کي صحيح طريقي سان ترتيب ڏيڻ يا ترميم ڪرڻ لاءِ ضروري هجن، چڪاس لاءِ ڏئي يا پيش ڪري.

(۲) رونيو عملدار يا تپيدار، جنهن کي ڪو اطلاع مليو هجي يا جنهن کي پيٽي قلم(۱) هيٺ حڪم موجب ڪو دستاويز پيش ٿيو هجي، ان تي لازم ٿيندو تہ ان جي لکيت ۾ رسيد ان شخص کي ڏئي، جنهن اهڙي معلومات ڏني هجي ۽ اهو بہ لازم ٿيندو تہ اهڙي دستاويز تي تحريري شرح جي ذريعي پنهنجي صحيح

سان نوٽ هٽي، جنهن ۾ ان جي پيش ڪرڻ جي حقيقت ۽ تاريخ پڻ ڄاڻائي.

## قلم-۴۸. ڏنڊ:

ڪوبہ شخص، جنهن قلم ۴۲ هيٺ ذڪر ڪيل حق جي حاصل ٿيڻ جو گهربل اطلاع ٽن مهينن اندر ڏيڻ ۾ غفلت ڪئي هوندي، يا اهڙي ڄاڻ فراهم ڪرڻ يا اهڙن دستاويزن پيش ڪرڻ کان قاصر رهيو هوندو، جيڪي قلم ۴۷ هيٺ طلب ڪيل هئا، تہ هو ڪليڪٽر جي فيصلي موجب ڏنڊ ادا ڪرڻ جو ذميوار ٿيندو، جيڪو پنجويهن روپين کان مٿي نہ هوندو.

## قلم- ۴۹. حڪومت جا کاڻين ۽ معدنيات ۾ حق:

باوجود ان جي جو ڪنهن بئي قانون يا ڪنهن ڪورٽ يا ڪنهن واسطيدار اختياريءَ جي حڪم، ڊڪري يا ڪنهن رسم رواج جي قاعدي يا ڪنهن معاهدي يا تحرير يا بئي دستاويز ۾ هن جي برعڪس هجي، سڀ کاڻيون ۽ معدنيات سرڪار جي ملڪيت تصور ڪيل آهن ۽ هميشه تصور ڪيون وينديون تہ حڪومت جي ملڪيت آهن ۽ حڪومت کي انهن جي بنسبت پنهنجي مفاد جي مناسب استعمال لاءِ سمورا ضروري اختيار حاصل رهندا.

سمجهاڻي: هن قلم جي مقصد خاطر جيستائين ايٽمي قوت، معدنياتي تيل يا قدرتي گيس جو تعلق آهي تہ "حڪومت" معنيٰ مرڪزي حڪومت ۽ باقي ٻين کاڻين يا معدنيات جي حالت ۾ سنڌ حڪومت.

## قلم-۵۰. ٻيلن، پٿر جي کاڻين ۽ بنجر زمين جي ملڪيت بابت حجت يا انومان:

(۱) جڏهن ڪنهن اهڙي حقن جي رڪارڊ ۾ جو، هن قانون جي لاڳو ٿيڻ کان اڳ ۾ انهن ايراضين لاءِ تيار ڪيو ويو جن سان "سنڌ لئنڊ روينيو ڪوڊ ۱۸۷۹ع" لاڳو هو، وضاحت سان ڄاڻايل ناهي تہ ڪو ٻيلو، پهڻن جي کاڻ يا ڪا ٻي اڻ والاريل يا ڇڏيل بنجر زمين يا اها زمين جنهن منجهان خود بخود ٿيندڙ پيدائش يا ٻيا اضافي حق ڪن زميندارن جي ملڪيت آهن، تہ اهڙي حالت ۾ اهو انومان(PRESUMPTION) نڪرندو تہ اهي حڪومت جي ملڪيت آهن.

(٢) پر جڏهن ڪنهن حقن جي رڪارڊ ۾، جيڪو ١٧ جولاءِ ١٨٧٩ع کان پوءِ مرتب ڪيو ويو هجي، اهو واضح نہ هجي تہ ڪوبہ ٻيلو، يا پٽرن جي ڪاٺ يا ڪا ٻي اهڙي زمين، جنهن جي پيداوار يا نفعو جيئن مٿي ڄاڻايل آهي، حڪومت جي ملڪيت آهي تہ اهو تصور ڪيو ويندو تہ اها واسطيدار زميندارن جي ملڪيت آهي.

(٣) اهو انومان، جيڪو پيٽي قلم (ا) جي ڪري پيدا ٿيو هجي، سو غلط ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن ڏيکاريو وڃي تہ:

(الف) ڊل بست ڪرڻ وقت بستگي ڪندڙ عملدارن جي رڪارڊ يا رپورٽ مان يا،

(ب) جيڪڏهن رڪارڊ يا رپورٽ خاموش هجي تہ پوءِ، انهن ڏيهن جي بستگيءَ جي پيٽ مان، جن ۾ اهڙو ٻيلو يا پٽرن جي ڪاٺ، زمين، پيداوار يا نفعو موجود هجي ۽ جيڪو ڊل جي بستگيءَ جي وقت حساب ۾ آندو ويو هو.

(۴) جيستائين انومان کي اهڙيءَ طرح غلط قرار نہ ڏنو وڃي، تيستائين اهڙو ٻيلو، پٽرن جي ڪاٺ، زمين جي پيداوار يا نفعو حڪومت جي ملڪيت قرار ڏني ويندي.

## قلم- ٥١. حڪومت جي حق استعمال ڪرڻ سبب ٽئين ڌر جي حق تلفيءَ جو معاوضو:

(١) جڏهن بہ حڪومت جي ڪنهن اختيار استعمال ڪرڻ سان، جيڪي قلم ۴٩ ۽ ٥٠ ۾ ذڪر ڪيل آهن، ڪنهن شخص جي حقن جي قبضي يا زمين جي سطح تي دخل اندازي جي ڪري، خلاف ورزي ٿي هجي تہ حڪومت تي لازم ٿيندو تہ ان شخص کي معاوضو ڏي يا ڏياري.

(٢) جيستائين ممڪن هوندو، معاوضي جي مقرري لئنڊ اڪئيزيشن ايڪٽ ١٨٨۴ع جي حڪمن مطابق ڪئي ويندي.

## قلم -٥٢. حقن جي رڪارڊ ۾ داخلائن بابت حجت يا انومان:

حقن جي رڪارڊ ۾ مروج قانون مطابق رکيل داخلا، جيستائين ان جي ابتڙ ثابت نہ ٿئي يا ان جي جاءِ تي ڪا نئين داخلا قانون مطابق قائم نہ ڪئي وڃي، تيستائين پهرين داخلا صحيح سمجهي ويندي.

## قلم- ٥٣. حقن جي رڪارڊ جي داخلا خلاف ڊڪري حاصل ڪرڻ

## لاءِ سنايل ماڻهن جي ديواني دعويٰ:

جيڪڏهن حقن جي رڪارڊ ۾ ڪنهن داخلا سبب ڪو شخص ڪنهن حق متعلق، جنهن تي هو قابض آهي پاڻ کي ناراض سمجهي ته هو اهو اختيار رکي ٿو ته پنهنجي حق رسي لاءِ اسپيسفڪ رليف ايڪٽ ١٨٧٧ع جي باب ڇهين هيٺ ديواني دعويٰ پيش ڪري.

## اضافي نهراءُ:

## قلم-٥٤. (هڪ هنڌ) واربن ديهن جو رڪارڊ ۽ انهن جا پيا معياري رڪارڊ:

رونيو بورڊ کي اشتهار جي ذريعي اها هدايت ڪرڻ جو اختيار آهي ته هر ديهه جي جدا جدا رڪارڊ ناهڻ بدران، لاڳيتين ديهن جي ڪنهن مجموعي لاءِ هڪ ئي حقن جو رڪارڊ تيار ڪيو وڃي ۽ ان بنياد تي ڪنهن ديهه لاءِ هن باب جا حڪم مجموعي ديهن سان اهڙيءَ طرح لاڳو ٿيندا، ڄڻ ته مجموعي ديهون هڪ ئي ديهه آهن.

## قلم: ٥٤ (الف) معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ اختيار:

عملدار کي اختيار هوندو ته ڪنهن زمين جي مالڪ کان، نوٽيس جي ذريعي، جيڪو سمن وانگر قلم ٤٢ هيٺ تعميل ڪيو ويندو. يا زمين جي ٻين اهڙن مالڪن کان سرڪاري گزيٽ ۾ شايع ڪرايل اشتهار جي ذريعي، مطالبو ڪري ته هو پنهنجي زمين يا ملڪيت جي وسعت ۽ اهڙيءَ زمين جي ايراضي جيڪا صوبي جي اندر هجي يا صوبي کان ٻاهر، اهڙي فارم ۽ طريقي سان،خاص مدي اندر، اهڙي شخص يا اختياري کي اهڙي معلومات فراهم ڪري.

(٢) پر جيڪڏهن هو مناسب سبب کانسواءِ اهڙو اطلاع ڏيڻ ۾ ناڪام رهي ٿو يا جيڪا هن جي ڄاڻ موجب يا جنهن جي ويساهه لاءِ هن وٽ معقول سبب آهي ته غلط آهي يا ڄاڻي واڻي نامڪمل معلومات فراهم ڪري ٿو ته ان کي هڪ سال تائين بنا پورهئي جي قيد جي سزا يا ڏنڊ يا ٻئي سزائون ڏيئي سگهبيون.

(٣) هن قلم هيٺ سزا جوڳي ڏوهه جي شنوائي ڪابه ڪورٽ نه ڪنديٰ سواءِ ان عملدار وٽ لکيت ۾ فرياد داخل ڪرڻ جي جنهن کي رونيو بورڊ عام طور تي

۽ خصوصي طور تي هن باري ۾ اختيار ڏنو هوندو.

## قلمر- ٥٥. ٻيا رڪارڊ ۽ انهن سان تعلق رکندڙ معاملن بابت قاعدن جوڙڻ جو اختيار:

روينيو بورڊ حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان هيٺين معاملن لاءِ قاعدا تيار ڪري سگهي ٿو:

(الف) اها ٻولي مقرر ڪرڻ جنهن ۾ هن باب هيٺ رڪارڊ ۽ رجسٽر تيار ڪيا ويندا.

(ب) انهن رڪارڊن ۽ رجسٽرن جو نمونو ۽ طريقو مقرر ڪرڻ جنهن موجب اهي صحيح ڪيا ويندا يا تصديق ڪيا ويندا.

(ج) زمين جي سروي لاءِ جيتري قدر اهي رڪارڊ ۽ رجسٽرن جي تياري ۽ درستي لاءِ ضروري هجن.

(د) روينيو عملدارن طرفان هن باب هيٺ تحقيق جي ڪارروائي لاءِ.

(هہ) روينيو عملدارن ۽ ديهہ عملدارن جي رهبري لاءِ عام هدايتون انهن معاملن بابت جيڪي هن باب ۾ ذڪر ڪيل رڪارڊن ۽ رجسٽرن سان تعلق رکن ٿا.

# باب ستون

## ڍل

### قلمر- ٥٦. ڍل جي بستگي:

(١) سموري زمين خواهہ کهڙي بہ مقصد لاءِ ڪم ايندي هجي، توڙي ڪٿي بہ واقع هجي حڪومت کي ڍل ڀري ڏيڻ لاءِ ذميوار آهي سواءِ:

(الف) اهڙي زمين جيڪا انهي سڄي ذميواري کان حڪومت سان ڪيل خاص معاهدي موجب يا وقت جي رائج قانون جي حڪمن موجب آزاد ڪئي وئي هجي.

(ب) اهڙي زمين جا ڳوٺ جي حدن ۾ شامل ڪئي ويئي هجي.

(ج) اهڙي زمين جا فوجي ڇانوٽي جي حدن ۾ شامل ڪئي ويئي هجي.

(د) اهڙي زمين، جنهن تي سنڌ اربن امووئبل پراپرٽي ٽيڪس ايڪٽ ٥ - ١٩٥٨ع هيٺ ملڪيت جو محصول لاڳو هجي.

(هہ) اهڙي بنجر ۽ ويران زمين جيڪا قلمر٥٩ جي تهرائن موجب گهٽ ۾ گهٽ ڇهن سالن جي لاڳيتي عرصي ۾ آبادي هيٺ نہ آئي هجي. پر شرط هي آهي تہ جڏهن بنجر يا ويران زمين مذڪوره اشتهار جي جاري ٿيڻ کان پوءِ ڪنهن بہ وقت آبادي هيٺ آندي وئي آهي تہ اهڙي زمين، ان آباديءَ جي تاريخ کان وٺي، ڇهن سالن جي عرصي تائين ڍل ڀرڻ جوڳي نہ ٿيندي.

(و) ڪاٺن جا اهڙا قسم جيڪي حڪومت سرڪاري گزيٽ ۾ اشتهار ذريعي ڄاڻايا هجن.

(ز) اهڙي زمين، جنهن جي پيدائش تان عشر يا ان جي عيوض ٻيو عطيو زڪواة ۽ عشر آرڊيننس مجريہ ١٩٨٠ع موجب وصول ڪيو وڃي.

(٢) ڍل هميشه نقد بست ٿيندي.

(الف) ڍل جي بستگي ساليانِي رقم طور مقرر ڪري سگهجي ٿي جا چڪتو يا قسطن ۾ وصول ٿيڻ جوڳي هوندي

(ب) ڍل جي بستگي اهڙي مقرر رقم طور پڻ ڪري سگهجي ٿي جيڪا في ايڪڙ هجي يا ايراضيءَ جي ڪنهن ٻئي يونٽ جي حساب سان هجي، جنهن ۾ فصل پوکيو ويو هجي، يا پوکي تيار ٿيو هجي يا جتي ڪنهن موسم يا سال اندر اها زمين آباد ٿي هجي.

## قلم-٥٦. (الف)ڍل جي معافي:

باوجود ان جي جيڪي هن ايڪٽ ۾ درج آهي، ڪوبہ صاحبِ زمين هيٺين صورتن ۾ ڍل ڏيڻ لاءِ ذميوار نہ رهندو، جيڪڏهن هو مالڪ آهي.

(الف) نهري زمين جو، جنهن جي ايراضي ٢٥ ايڪڙن کان وڌيڪ هجي، يا

(ب) غير نهري زمين جنهن جي ڪل ايراضي ٥٠ ايڪڙن کان وڌيڪ نہ هجي، يا

(ج) نهري ۽ غير نهري زمين جنهن جي ڪل ايراضي ٢٥ نهري زمين ايڪڙن کان وڌيڪ نہ هجي.

بشرطيڪ سال ٧٦ - ١٩٧٥ع لاءِ جنهن هنڌ ڍل جي بستگي هڪجهڙي شرح سان آهي ۽ جتي ٻاراهو پاٽي موجود آهي اتي ڪل ڍل جو پنجاهہ سيڪڙو ۽ ٻين ايراضين ۾ ڪل ڍل جو پنجهتر سيڪڙو پر جتي ڍل جي بستگي هڪ جهڙي شرح جي بنياد تي نہ آهي، اتي خريف جي ڍل جي ادائگي ڪئي ويندي.

سمجهاڻي: هن قلم جي غرض لاءِ:

(الف) نهري زمين جو هڪ ايڪڙ غير نهري زمين جا ٻہ ايڪڙ شمار ڪيا ويندا.

(ب) زمين جو مطلب اها زمين جنهن جو ذڪر قلم ٥٦ جي فقري ب ۽ ج ۾ ڪيل آهي پوءِ اها زمين صوبي جي اندر هجي يا صوبي کان ٻاهر هجي.

(ج) مالڪ معنيٰ :

(i) حڪومت جي ڪنهن بہ اسڪيم هيٺ ڪوبہ الاٽي يا گرانٽي جنهن موجب اهڙي الاٽمينٽ يا گرانٽ نيٺ ملڪيت جي صورت ۾ راس ٿيڻي آهي،

(ii) سرڪاري زمين جو مقاطعيدار،

(iii) اهڙو شخص جنهن پنهنجي زمين يا ان جو ياڱو قبضي سان يا قبضي کان سواءِ گروي رکيو هجي، يا

(iv) اهڙو شخص جنهن جا زمين ۾ پڪا حق ۽ مفاد هجن.

## قلمر -٥٧. بستگيءَ جا بنيادي اصول:

ڪنهن بہ زمين بابت ڍل جي بستگيءَ جو بنياد انهيءَ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ڏيهن مان حاصل ٿيندڙ ڪل پيداوار جي سراسري تخميني ملهہ تي آهي جتي اها زمين واقع آهي.

(٢) اهو تخمينو هڪ طي ٿيل طريقےڪار موجب لڳايو ويندو.

## قلمر- ٥٨. ڍل مقرر ڪرڻ جي وڌ ۾ وڌ حد:

جيڪڏهن ڍل جي ساليانى مقرر طلب بست ڪئي وڃي تہ ان جي رقم، ۽ جيڪڏهن اها مقرر ڪيل اگهہ يا رڪب تي بست ڪئي وڃي تہ ان صورت ۾ جيڪا سراسري رقم حڪومت يا روينيو بورڊ طرفان اهڙيءَ ريت منظور ڪيل تحريري تخميني موجب هر سال بست ڪرڻ جوڳي ٿيندي، اها رقم ڪنهن بہ بستگي سرڪل جي حالت ۾ انهيءَ سرڪل جي صافي پيداوار جي ڪٿيل ملهہ جي هڪ ياڱي چار حصي کان وڌيڪ نہ ٿيڻ گهرجي.

## قلمر- ٥٩. ڍل جي نئين سر نهرايل بستگيءَ جو پڌرنامو ۽ بنيادي هدايتون:

(١) ڍل جي بستگي عمومي يا خاص هوندي آهي.

(٢) ڪنهن بہ ايراضيءَ جي ڍل جي عمومي بستگي، شروعاتي يا پيهر، حڪومت جي اڳواٽ منظوري ۽ ان منظوريءَ جي پڌرنامي کان سواءِ هٿ ۾ نہ ڪنئين ويندي.

(٣) اهڙي منظوري ڏيڻ وقت حڪومت جيئن مناسب سمجهي اهڙيون هدايتون ڏيئي سگهي ٿي، جيڪي هن ايڪٽ جي نهرائن يا ان هيٺ نهيل قاعدن سان نهڪي اينديون.

## قلم- ٦٠. ڊِل جي مقرر ڪرڻ جو طريقو:

(١) عام بستگي رونيو عملدار طرفان ڪئي ويندي.

(٢) بستگي ڪرڻ کان اڳ رونيو عملدار، ان متعلق پنهنجون تجويزون ڪمشنر جي معرفت رونيو بورڊ جي منظوري لاءِ موڪليندو.

## قلم- ٦١. بستگيءَ جو اعلان:

(١) قلم ٦٠ جي نهرائن هيٺ رونيو عملدار طرفان موڪليل تجويزن تي غور ڪرڻ کان پوءِ رونيو بورڊ پيٽي قلم (٣) ۽ (۴) جي نهرائن جي پابنديءَ سان اهڙو حڪم ڪندو، جيڪو هو مناسب سمجهي ۽ اهڙي حڪم پهچڻ بعد رونيو عملدار هرهڪ واسطو رکندڙ ديهه جي لاءِ مڪمل بستگي مقرر ڪرڻ جو حڪم ڪندو ۽ ان جي پڌرائي اهڙي طريقي سان ڪندو، جيئن حڪومت قاعدي موجب مقرر ڪندي.

(٢) ڊِل جي بستگيءَ جي پڌرائي وقت رونيو عملدار ان تاريخ جو پڻ اعلان ڪندو، جنهن کان اها عمل هيٺ اچڻي آهي ۽ هن ايڪٽ جي ٻين نهرائن جي پابنديءَ سان، اها ان موجب عمل هيٺ ايندي.

(٣) پيٽي قلم (۴) موجب ۽ پيٽي قلم (١) جي نهرائن هيٺ ڪنهن به بستگي سرڪل ۾ مڙهيل ڊِل جو سراسري اگهه جنهن جي متعلق قلم ۵۹ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ پڌرنامو ڪڍيو ويو آهي، گذريل بستگيءَ جي وقت مڙهيل ڊِل جي اگهه جي ١/۴ حصي کان وڌيڪ نه ٿيندو، پر شرط آهي ته ڪنهن به ديهه تي بست ٿيل ڊِل جو اگهه آخري بستگيءَ وقت مقرر ڪيل ڊِل جي گذريل اڌ کان وڌيڪ نه ٿيندو.

(۴) پيٽي قلم(٣) جا نهراءُ، ان زمين سان لاڳو نه ٿيندا، جنهن تي اڳئي ڊِل بلڪل بست نه ڪيل آهي يا جنهن ۾ اڳئين بستگيءَ وقت پيٽي قلم (١) جي نهرائن هيٺ حڪم پاس ٿيڻ جي تاريخ کان پوءِ نهري پيچ مهيا ڪيو ويو آهي يا ان ايراضيءَ جي حالت ۾ جيڪا حڪومت طرفان ”شهري بستگي سرڪل“ پڌري ڪئي ويئي آهي ۽ پيٽي قلم (٣) جي مطلب واسطي ڊِل جي شرح ۾ واڌ جي

حساب ڪرڻ خاطر، اهڙي سڄي زمين حساب مان خارج ڪئي ويندي، پرشرط هي آهي تہ انهن زمينن جي حالت ۾ جن ۾ نهري پيچ جون سهوليتون هن پيٽي قلم موجب ڄاڻايل تاريخ کان پوءِ مهيا ڪيون ويون آهن تہ سراسري ڍل جو اگهہ جيتري قدر ٿي سگهي ساڳئي قسم جي زمين، جنهن تي پيٽي قلم (٣) هيٺ بست ٿيل آهي ان ڍل جي سراسري اگهہ کان وڌيڪ نہ هئڻ گهرجي.

## قلم- ٦٢. بستگيءَ جي ٻيهر جانچ لاءِ درخواست:

(١) ڪوبہ زميندار بستگيءَ جي پڌرائي واري تاريخ کان، ٽيهن ڏينهن اندر رونيو عملدار کي بستگيءَ جي رقم، طريقہءِ ڪار ۽ شرطن تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ درخواست ڏيئي سگهي ٿو.

(٢) رونيو عملدار اهڙي درخواست تي ڪيل حڪم ۾ ان جي منظوري يا نامنظوري لاءِ سبب ڏيکاريندو.

## قلم- ٦٣. بستگيءَ جي بحالي ۽ ان جو مدو:

(١) ڍل جي بستگي، جنهن کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ قلم ٥٩ جي نهرائن موجب منظوري ڏني ويئي آهي، سا جيسين رونيو بورڊ طرفان بحال ڪئي وڃي، تيسين آخري سمجهڻ نہ کپي.

(٢) بستگيءَ کي آخري شڪل ڏيڻ کان اڳ ڪمشنر يا رونيو بورڊ، پيٽي قلم (٣) هيٺ ڪنهن بہ ديهہ جي ڍل گهٽ وڌ ڪري سگهي ٿو.

(٣) پيٽي قلم (٢) هيٺ ڍل وڌائڻ جي حڪم ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪمشنر يا رونيو بورڊ، جيئن حالت هجي، ڪاتيدارن کي قلم ٦٢ هيٺ اشتهار جي پڌرائي ذريعي مناسب نوٽيس ڏيکاريندو تہ (ڪاتيدار) رونيو عملدار کي درخواست ذريعي ڄاڻائين تہ ڇو نہ ڍل جي تجويز ڪيل واڌ کي عمل ۾ آندو وڃي. رونيو عملدار ڪنهن بہ زميندار طرفان اٿاريل اعتراض جي جانچ ڪري مذڪوره درخواست پنهنجي رپورٽ سان ڪمشنر يا رونيو بورڊ ڏانهن موڪليندو، جيڪو ان درخواست ۽ رپورٽ تي غور ڪندو ۽ پڻ درخواست ڪندڙ کي (روبرو) ٻڌندو، جيڪڏهن هو اهڙي خواهش ڪري.

### قلم- ٦٤. بست ٽيل ڍل جو مُدو:

(١) رونيو بورڊ، قلم ٦٣ جي پيٽي قلم (ا) هيٺ ڍل بحال ڪندي خاص وقت جو مدو مقرر ڪندو، جنهن مدي لاءِ اها مقرر ڪيل ڍل عمل ۾ رهندي.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ مقرر ڪيل مدو پنجويهہ سال تيندو. پر شرط آهي تہ رونيو بورڊ طرفان پنجويهن سالن کان وڌيڪ ۽ ڏهن سالن کان گهٽ مدو مقرر نہ ڪيو ويندو، خاص ڪري ان حالت ۾ جڏهن نهري پيچ جون سهوليتون گذريل ڍل جي بستگي وقت قلم ٦١ جي پيٽي قلم (١۴) هيٺ ڪيل حڪم کان پوءِ مهيا ڪيون ويون آهن يا جنهن ۾ اهي سهوليتون مقرر ڪيل مدي دوران تجويز ڪيون ويون آهن.

### قلم- ٦٥. ڍل جي نئين سر بستگيءَ جي عمل ۾ اچڻ تائين اڳئين ڍل جو جاري رهڻ:

مٿي ذڪر ڪيل قلم هيٺ ڍل جي چالو رهڻ لاءِ مقرر ڪيل مدي جي ختم ٿيڻ جي باوجود مذڪوره ڍل عمل ۾ رهندي، جيسين نئين ڍل جاري ٿئي.

### قلم- ٦٦. ڍل جي ذميواري قبولڻ کان انڪار ۽ ان جا نتيجا:

(١) ڍل جي تاريخ جي پڌرائي کان وٺي، نوي ڏينهن اندر ڪنهن بہ وقت کاتيدار يا جتي هڪ کان وڌيڪ کاتيدار هجن تہ انهن مان ڪي بہ جيڪي جدا جدا يا شراڪتي طور اڌ کان وڌيڪ بست ڪيل رقم ڏيڻ جوڳا هجن، سي رونيو عملدار کي ڍل جي ذميواري کڻڻ کان انڪار جي درخواست ڏيئي سگهن ٿا.

(٢) جڏهن رونيو عملدار کي پيٽي قلم(١) هيٺ نوٽيس ملي تہ ڪليڪٽر انهيءَ ديهہ جو قبضو وٺي ان سان اهڙي نموني هلت اختيار ڪري سگهي ٿو، جو چڻ تہ ان زمين جي ڍل جي منسوخيءَ جو حڪم، ان زمين بابت ڍل جي بقايا جي وصوليءَ جي ڪارروائي خاطر عمل ۾ آندو ويو هجي.

(٣) جيستائين اها ملڪيت يا زمين ڪليڪٽر جي قبضي ۾ آهي تيستائين کاتيدار حڪومت کان اهڙي لوازمي (ALLOWANCE ) وٺڻ جا حقدار ٿيندا، جيڪو رونيو بورڊ طرفان مقرر ڪيو ويندو ۽ اهو معاوضو حڪومت طرفان ان ملڪيت مان

حاصل ڪيل صافي پيداوار جي پنجاهه سيڪڙو کان گهٽ ۽ پنجهتر سيڪڙو کان وڌيڪ نه هوندو.

## قلم- ٦٧. ڍل جو ڪاٽيوار ورهائڻ:

(١) جيڪڏهن قلم ٦١ هيٺ ديهه جي ڍل پوري جو پوري يا ان جو هڪ حصو، ڪجهه عرصي لاءِ ديهه تي مقرر ڍل طور بدل آهي ته، روينيو عملدار ان ڍل جي ڀرين قسط جي لاڳو ٿيڻ واري تاريخ کان اڳ ديهه ۾ شامل سيني ڪاٽن تي ڍل جي ورڇ جو حڪم جاري ڪندو ۽ اهڙي طرح ٿيل ورڇ جو رڪارڊ رکندو.

(٢) ڪليڪٽر ڪن سببن جي ڪري ضروري سمجهي ته ڪنهن به وقت اهڙي رڪارڊ جي سڌاري لاءِ حڪم جاري ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙي سڌاريل رڪارڊ جي پڌرائي ڪري سگهي ٿو.

(٣) جيڪڏهن قلم ٦١ هيٺ پڌري ڪيل ڍل هر سال يا هر فصل جي پيداواري نتيجي موجب مقرر ڪيل اگهن تي وصول ٿيڻ جوڳي آهي ته روينيو عملدار هر سال يا هر فصل تي جيئن بستگيءَ جي حالتن موجب ضرورت پوي، ڍل جي ڀرين قسط جي وصوليءَ واري تاريخ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ مهينو اڳ هر هڪ ڪاٽي تان وصول ٿيڻ جوڳي رقم جو رڪارڊ تيار ڪري پڌرو ڪندو.

(۴) هن قلم ۾ جيڪي ڪجهه ڄاڻايو ويو آهي، ان جي باوجود، جنهن بنجر زمين (آباد يا غير آباد) لاءِ کوهه يا ٽيوب ويل ذريعي پيچ جون سهوليتون ڪاٽيدار يا هاري طرفان مهيا ڪيون ويون آهن، ۽ جنهن تاريخ کان ڀريون دفعو پيچ جون سهوليتون مهيا ڪيون ويون هجن، تنهن کان وٺي ڇهن سالن تائين ان زمين تي اهڙين سهوليتن مهيا ڪرڻ کان اڳ واري مقرر ڪيل ڍل کان وڌيڪ اگهه وصولي جوڳو نه ٿيندو.

**سمجهاڻي:** هن پيٽي قلم جي مقصدن خاطر اها زمين بنجر سمجهي ويندي، جنهن ۾ نهري پيچ جون سهوليتون مهيا نه ڪيون ويون آهن.

## قلم- ٦٨. ڍل جي ورهاست ۾ درستني بابت درخواست:

(١) جو شخص اڳئين قلم جي پيٽي قلم (١) يا پيٽي قلم (٣) هيٺ ٺهيل

رڪارڊ يا ساڳئي قلم جي پيٽي قلم (٢) هيٺ رڪارڊ جي نظر ثانيءَ ڪري متاثر ٿيو هجي ته اهو شخص رڪارڊ جي پڌرائيءَ جي تاريخ کان وٺي ٽيهن ڏينهن اندر، جيتري قدر ان رڪارڊ کان متاثر ٿيل آهي، ان حد تائين رڪارڊ کي درست ڪرڻ لاءِ درخواست ڏيئي سگهي ٿو.

(٢) رونيو عملدار درخواست تي ان جي نامنظوري يا منظوري بابت ڪيل حڪم جا سبب ڏيڪاريندو.

## قلم-٦٩ . قلم - ٦٢ ۽ ٦٨ ،هيٺ پاس ڪيل حڪمن خلاف اپيل:

متي ذڪر ڪيل قلم يا قلم ٦٢ هيٺ ڪيل حڪم خلاف اپيل ڪمشنر کي ٿيندي ۽ ڪمشنر جي ڪيل حڪم خلاف اپيل رونيو بورڊ کي ٿيندي.

## قلم- ٧٠ خاص ڍلن جي بستگي:

(١) قلم ٦۴ ۽ ٦٥ جي حڪمن جي باوجود رونيو عملدار ڍل جي خاص بستگي ڪرڻ جا مجاز ٿيندا:

(الف) جڏهن بستگيءَ جي طرز تبديل ٿيٺي هجي.

(ب) جڏهن حڪومت طرفان زمينون وڪرو ڪيون ويون هجن يا مقاطعي تي ڏنيون ويون هجن يا گرانٽ ڪيون ويون هجن.

(ج) جڏهن زمين جي بستگي رد ڪئي ويئي هجي يا جڏهن زمين جو مالڪ بستگيءَ جي ادائگي جي ذميواريءَ کان انڪاري هجي ۽ اهو مدو گذري ويو هجي جنهن مدي لاءِ ذڪر ڪيل زمين ڪليڪٽر يا ان جي عيوضيءَ جي سنڀال هيٺ يا مقاطعي هيٺ آيل هئي.

(د) جڏهن ڍل جي بستگيءَ تي نظرثانيءَ جي ضرورت هجي ۽ ان جو سبب پاڻي يا واريءَ جي چال يا موسمي آفت يا ڪا ٻي مصيبت هجي.

(هه) جڏهن حڪومت کي ملڻ جوڳي رقم چراگاه يا زمين جي قدرتي پيداوار يا مڇي وغيره بابت يا پاڻيءَ جي قدرتي پيداوار بابت يا ڪارخانن بابت يا قلم ۴٩ ۽ ٥٠ هيٺ ٻين حقن بابت هجي، جيڪا هن باب هيٺ هن کان اڳين حڪمن موجب بست ڪيل رقمن ۾ شامل نه هجي.

(و) جڏهن بنجر ۽ بريٺ زمين ڍل جي ادائگيءَ جي قابل ٿي هجي.

(٢) رونيو بورڊ کي اختيار هوندو تہ هن قلم هيٺ ڪيل بستگيءَ جي بحاليءَ جو حڪم ڏئي.

(٣) عام بستگيءَ متعلق هن باب هيٺ هن کان اڳ ۾ آيل حڪم، هنن ترميمن جي پابندي سان وڌيڪ جيئن رونيو بورڊ قلم ٧٣ جي حڪمن هيٺ جاري ڪيل هدايتن ذريعي مقرر ڪري، اهي خاص بستگي ڪندڙ رونيو عملدارن جي طريقءِڪار کي باضابطہ بنائيندا.

## قلم -٧٠ (الف) ڊيل ۾ واڌ :

هن ايڪٽ ۾ جيڪي ڪجهہ ڄاڻايو ويو آهي ان جي باوجود هڪ ڪاتيدار جيڪو

| ١ | ٢ | ٣ |
|---|---|---|
| (الف) | جيڪڏهن ڪاتيدار وٽ:<br>(i) ريجيل زمين ٢٥ ايڪڙن کان مٿي پر ٥٠ ايڪڙن کان گهٽ نہ هجي.<br>(ii) غير ريجيل زمين جيڪا ٥٠ ايڪڙن کان مٿي پر١٠٠ ايڪڙن کان گهٽ هجي.<br>(iii) ريجيل ۽ غير ريجيل زمين پر ٻنهي جي گڏيل ايراضي٥٠ ريجيل ايڪڙن کان مٿي نہ هجي. | ان ڊيل جو ٽي سو سيڪڙو جيڪا قلم ٥٧ ۽ قلم ٧٠ هيٺ بست ڪيل آهي. |
| (ب) | جيڪڏهن ڪاتيدار وٽ:<br>(i) ريجيل زمين ٥٠ ايڪڙن کان مٿي آهي.<br>(ii) غير ريجيل زمين جيڪا ١٠٠ ايڪڙن کان وڌيڪ آهي.<br>(iii) ريجيل ۽ غير ريجيل زمين پر ٻنهيءَ جي گڏيل ايراضي ٥٠ ريجيل ايڪڙن کان وڌيڪ آهي. | ان ڊيل جو چار سو سيڪڙو جيڪا هن کان اڳ قلم ٥٧ ۽ قلم ٧٠ جي ٺهرائن موجب لاڳو آهي. |

سمجهاڻي: هن قلم جي غرض لاءِ:

(الف) ريجيل يعني پيچ واري زمين جو هڪ ايڪڙ بغير پيچ واري زمين جي ٻن ايڪڙن جي برابر سمجهيو ويندو.

(ب) "زمين" معنيٰ قلم ٥٦ جي پيٽي قلم جي فقري ب، ج ۽ د موجب ڄاڻايل زمين ڪان سواءِ صوبي اندر يا صوبي کان ٻاهر ٻي زمين.

(ج) مالڪِ زمين جي وصف ۾ هيٺيان شامل آهن:

(i) حڪومت جي ڪنهن بہ منصوبي هيٺ ڪنهن زمين جو الاٽي يا گرانٽي جنهن جي الاٽمينٽ يا گرانٽ آخرڪار مالڪي ۾ پڪيءَ طرح تبديل ٿي ويندي.

(ii) سرڪاري زمين جو مقاطعيدار،

(iii) اهو ماڻهو جنهن پنهنجي زمين يا ان جو ڀاڱو قبضي سان گروي رکيو آهي،

(iv) اهو ماڻهو جنهن جا زمين ۾ دائمي حق ۽ واسطا هجن.

**قلم – ٧٠ (ب). مالڪي ۾ اضافي زمين حاصل ڪرڻ جو اطلاع:**

(١) جڏهن ڪو ماڻهو صوبي اندر يا ٻاهر زمين حاصل ڪري تو تہ ان ڪي اهڙو اطلاع. اهڙي عملدار ڪي اهڙي وقت اندر ۽ اهڙي طريقي موجب ڏيڻ گهرجي جيئن رونيو بورڊ، ان سلسلي ۾ پڌرنامي ذريعي حڪم ڪري، بشرطيڪ ان ماڻهوءَ ڪي ساڳئي تعلقي ۾ جنهن ۾ زمين حاصل ڪري تو اڳيئي زمين آهي تہ پوءِ ان بابت اطلاع ڏيڻ ضروري نہ ٿيندو.

(٢) ڪوبہ ماڻهو پيٽي قلم (١) هيٺ گهربل اطلاع ڏيڻ ۾ سواءِ ڪنهن مناسب سبب جي ڪوتاهي ڪندو يا اهڙو اطلاع ڏيندو جيڪو هن جي علم ۾ آهي تہ اهو ڪوڙو آهي يا ڄاڻي واڻي اڻ پورو اطلاع ڏيندو تہ ڪيس هڪ سال تائين قيد جي سزا يا ڏنڊ جي سزا يا ٻئي سزائون ڏنيون وينديون.

(٣) هن قلم هيٺ سزا جوڳو ڏوهہ، رونيو بورڊ طرفان هن سلسلي ۾عام طرح يا خاص طرح اختيار ڏنل رونيو عملدار جي لکيت ۾ فرياد کان سواءِ ڪنهن بہ ڪورٽ ۾ پڌڻ لائق نہ آهي.

**قلمر- ٧٠ (ج) معافي لاءِ درخواست:**

(١) جڏهن ڪنهن زمين جي مالڪ کي ڪلمر ٥٦ يا ٥٦ (الف) هيٺ ملڻ جوڳي ڍل جي معافي نٿي ملي ۽ ڪيس جيڪا ڍل ڏيڻي آهي، ان کان وڌيڪ ڪانئس وصول ڪئي وڃي ٿي يا قلمر ٧٠ ـ الف هيٺ هن جي زمين جي درجابندي غلط ڪئي ويئي آهي ته پوءِ جنهن مختيارڪار جي حد ۾ هن جي زمين يا ان جو ڀاڱو واقع آهي تنهن کي اهڙي نموني ۾ ۽ اهڙي طريقي سان درخواست ڪرڻ گهرجي جيئن رونيو بورڊ حڪم ڪري.

(٢) پيٽي قلمر (١) هيٺ درخواست پهچڻ تي مختيارڪار اهڙي نموني جانچ ڪندو، جيئن مناسب سمجهندو ۽ جيڪڏهن اهڙيءَ جانچ لاءِ ضروري محسوس ڪري ته ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي گهرائيندو يا ڪو دستاويز چڪاسيندو ۽ جانچ پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪو مناسب حڪم جاري ڪندو.

(٣) جڏهن ڪنهن اطلاع ملڻ تي يا ٻيءَ طرح ۽ اهڙي جانچ ڪرڻ کان پوءِ جيڪا جنهن تي ڍل جي رقم واجب الادا آهي اها نہ تو ڏني يا ان کان گهٽ تو ڏني تہ پوءِ اهو مختيارڪار ڪو مناسب حڪم ڪري سگهي ٿو. بشرطيڪ هن پيٽي قلمر هيٺ حڪم ڪرڻ کان اڳ جنهن ماڻهوءَ تي اهڙي حڪم جي اثر پوڻ جو امڪان آهي، ان کي ٻڌڻ ضروري ٿيندو.

(۴) هن قلمر هيٺ اختيار استعمال ڪرڻ لاءِ مختيارڪار کي رونيو بورڊ کان مليل هدايتن تي عمل ڪرڻو پوندو.

(۵) جيڪو ماڻهو پيٽي قلمر (٢ ) ۽ (٣) هيٺ ڪيل حڪم مان رنج آهي، اهو اهڙي حڪم جي تاريخ کان هڪ مهيني اندر اسسٽنٽ ڪمشنر کي اپيل ڪري سگهي ٿو. اسسٽنٽ ڪمشنر جو فيصلو، ڊپٽي ڪمشنر جي ان حڪم جي پابندي سان آخري ٿيندو، جيڪو حڪم ڊپٽي ڪمشنر نظر ثانيءَ جي درخواست تي ڪندو.

**قلمر- (د ) معافي يا ڍل جي بستگي:**

هن ايڪٽ ۾ جيڪي ڪجهہ بيان ڪيل آهي، ان جي باوجود حڪومت پڌرنامي جي ذريعي اهڙا اصول يا طريقا وضع ڪري سگهي ٿي، جنهن سان قلمر ٥٦ ـ الف

هيٺ ڏنل جي معافي ۽ قلم ٧٠ - الف هيٺ ڏنل جي بستگي ڪري سگهجي.

## قلم- ٧١ .قاعدن ناهڻ جو اختيار:

حڪومت قلم ٧٢ جي ٺهرائن هيٺ وقت بوقت هيٺين ڳالهين بابت قاعدا تيار ۽ مقرر ڪندي:

(الف) طريقهِ ڪار جنهن موجب ديهه يا ديهن جي مجموعي جي صافي پيداوار جي ماليت جو تخمينو ڪيو وڃي.

(ب) طريقهِ ڪار جنهن موجب بستگي ڪئي وڃي.

(ج) اهي اصول جن ڪري زمين ۾ تيل سڌارن سبب بستگيءَ کان معافي ڏني وڃي.

(د) طريقهِڪار جنهن موجب بستگيءَ جو اعلان ڪيو وڃي.

(هه) طريقهِڪار، جنهن موجب قلم ٦١ جي پيٽي قلم (٣) هيٺ بستگيءَ جي رقب جو حساب ۽ تعين ڪيو وڃي.

## قلم- ٧٢. قاعدن ناهڻ جو طريقهِ ڪار:

قلم ٧١ جي حڪمن هيٺ ڪنهن بہ قاعدي ناهڻ کان اڳ لازم ٿيندو تہ سنڌ حڪومت جي جنرل ڪلازز ايڪٽ ١٩٥٦ع جي قلم ٢٢ هيٺ ڏنل طريقي جي پيروي ڪئي وڃي ۽ تجويز ڪيل قاعدن جو مسودو، انهن ماڻهن جي اطلاع لاءِ جن جو اهڙن قانونن کان متاثر ٿيڻ جو امڪان آهي، اشتهار جي ذريعي شايع ڪيو وڃي.

## قلم- ٧٣. هدايتن جاري ڪرڻ جا اختيار:

حڪومت يا حڪومت جي منظوريءَ سان رونيو بورڊ کي اختيار هوندو تہ سيني معاملن ۾ رونيو عملدارن جي رهنمائي لاءِ وقت بوقت هن باب هيٺ ايندڙ معاملن بابت انتظامي هدايتون جاري ڪري. بشرطيڪ اهڙيون هدايتون هن قانون يا ان هيٺ ناهيل قاعدن جي مطابق هجن.

# باب اٺون

## ڍل جي اوڳاڙ يا وصولي

### قلم-۷۴ . ڍل ڀرڻ جي ذميواري:

ڪنهن بہ ڪاتي جي حالت ۾ اهو ڪاتو ۽ ان جو مالڪ ڍل جي ادائگي لاءِ ذميوار رهندا ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڪاتي جا گڏيل مالڪ هجن تہ اهو ڪاتو ۽ زمين جا سڀ مالڪ گڏ توڙي جدا جدا ڍل جي ادائگي لاءِ ذميوار ٿيندا.

### قلم-۷۵. ڍل جي ادائگي بابت ضمانت:

(۱) ڍل جيڪا وقتي طور ڪنهن ڪاتي تي بست ڪئي ويئي هجي ۽ ادائگي جوڳي هجي سا انهيءَ ڪاتي جي ڪراين، نفعن ۽ پيدائش منجهان سڀ کان پهرين وصول ڪرڻ ۾ ايندي.

(۲) انهيءَ ڪري ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر جي اڳواٽ رضامندي کان سواءِ انهي ڪاتي جا ڪرايا، نفعا ۽ پيداوار ڪنهن ڪورٽ جي ڊڪري يا حڪم جي تعميل ۾ ضبط ٿيڻ جوڳا نہ ٿيندا، جيستائين انهن ڪراين، نفعن يا پيداوار منجهان ان ڪاتي تي رهيل ڍل ۽ ان جي بقايا ڀيارِي نہ ويئي آهي.

### قلم-۷٦ . ڍل جي ادائگي کي باقاعدي بنائڻ بابت حڪم :

(۱) حقن جي رڪارڊ ۾ جو ڪجهہ لکيل هجي، ان جي باوجود روينيو بورڊ مجاز ٿيندو تہ قسطن جو تعداد، مقدار ، اوقات، هنڌ ۽ طريقءِڪار مقرر ڪري تہ ڪڏهن، ڪٿي ۽ ڪهڙيءَ ريت ڍل ڀياري وڃي.

(۲) جيستائين روينيو بورڊ ٻيءَ طرح هدايت ڪري، ڍل ايترين قسطن ۾ ۽ انهن وقتن ۽ هنڌن تي ۽ اهڙي طريقي سان ادا ڪئي ويندي جيترين قسطن ۾ ۽ جن وقتن تي ۽ جن هنڌن تي ۽ جنهن طريقي سان هن قانون جي نفاذ کان اڳ ۾ ادائگي جوڳي هئي.

### قلم-۷۷. ڍل جي وصولي، معافي ۽ مهلي لاءِ قاعدا:

روينيو بورڊ حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان مجاز ٿيندو تہ ڍل جي وصولي،

معافي ۽ مهملي ڪي ضابطي ۾ آڻڻ لاءِ قانون تيار ڪري جيڪي هن قانون جي اُبتڙ نه هجن.

## قلم- ٧٨. تعميلات تي ٿيل خرچ بقايا طور وصول ٿيڻ جوڳو هوندو:

هن باب هيٺ جاري ڪيل ڪنهن حڪم نامي وغيره جو خرچ، ڍل جي بقايا جي حصي وانگر وصولي جوڳو ٿيندو، جنهن بابت اهڙو حڪم نامو جاري ڪيو ويو هو.

## قلم- ٧٩ . تصديق ٿيل حساب ڪتاب بقايا جو ثبوت:

ڪنهن روينيو عملدار جو تصديق ٿيل حساب ۽ ان ۾ ڄاڻايل رقم مذڪوره شخص جي باقيدار هئڻ جو قطعي ثبوت ٿيندو.

## قلم-٨٠ . بقايا جي وصولي لاءِ ڪارروائي:

هن ايڪٽ جي ٻين حڪمن جي تابع، ڍل جي بقايا، هيٺ ڏيکاريل ڪنهن هڪ يا وڌيڪ ڪارروائن جي ذريعي وصول ڪري سگهجي ٿي، يعني:

(الف) قلم ٨١ هيٺ باقيدار تي طلب جي نوٽيس جي تعميل سان.

(ب) قلم ٨٢ هيٺ ان جي ذاتي گرفتاري ۽ حراست ۾ رکڻ سان.

(ج) قلم ٨٣ هيٺ ان جي متحرڪ ملڪيت، بيٺل فصل يا اڻ ميڙيل فصل جي ضبطي ۽ وڪري ڪرڻ سان.

(د) قلم ٨٤ هيٺ ڪاتي جي منتقليءَ سان، جنهن بابت بقايا ادائگي جوڳي آهي.

(هـ) قلم ٨٥ هيٺ ڪاتي جي ضبطيءَ سان جنهن بابت بقايا ادائگي جوڳي آهي.

(و) قلم ٨٦ هيٺ ان ڪاتي جي بستگيءَ جي منسوخي سان.

(ز) قلم ٨٧ هيٺ ان ڪاتي جي وڪري سان.

(ح) قلم ٩٠ هيٺ باقيدار جي ٻي غير متحرڪ ملڪيت خلاف ڪارروائي ڪرڻ سان.

## قلم-٨١. طلب جو نوٽيس:

جنهن ڏينهن کان ڍل جي بقايا لازم ٿئي ان ڏينهن يا ان جي ٻئي ڏينهن کان روينيو عملدار مجاز ٿيندو ته هو طلب جو نوٽيس جاري ڪري.

## قلم- ٨٢. باقيدار جي گرفتاري ۽ حراست:

(١) جيڪڏهن ڪنهن باقيدار مٿان قلم ٨١ هيٺ نوٽيس تعميل ٿئي ۽ ان جي پندرهن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ به ڏيل جي بقايا، يا ان بقايا جو حصو ادا ٿيڻ کان رهجي وڃي ته رونيو عملدار کي اختيار هوندو ته باقيدار تي ٻيو نوٽيس جاري ڪري ۽ حڪم ڏئي ته هو اها رقم ادا ڪري ۽ وري جيڪڏهن انهيءَ نوٽيس جي تعميل ٿيڻ کان تيهن ڏينهن بعد به اها رقم يا ان جو حصو ادائگي کان رهجي وڃي ته رونيو عملدار کي اختيار هوندو ته هڪ وارنٽ جاري ڪري جنهن ۾ ڄاڻايل عملدار کي حڪم ڪري ته ان باقيدار کي رونيو عملدار جي سامهون حاضر ڪري.

(٢) پيٽي قلم (١) ۾ ڄاڻايل ٻئي نوٽيس جي تعميل ان طريقي سان ڪئي ويندي جيئن قلم ٢۴ جي پيٽي قلم (١) (٢) ۽ (٣) هيٺ طئي ڪيل آهي ۽ ان نوٽيس جي ڪاپي جتي عملي طرح ممڪن هجي رجسٽرڊ پوسٽ ذريعي باقيدار ڏانهن موڪلي ويندي.

(٣) جڏهن باقيدار کي رونيو عملدار آڏو آندو وڃي ته رونيو عملدار کي اختيار هوندو ته ان کي ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر وٽ پيش ڪرائي يا ان کي ذاتي حراست ۾ ايتري عرصي تائين رکي، جنهن جو مدو ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ نه هجي، جيڪڏهن انهي عرصي ۾ به بقايا نه ڀياري وئي ته پوءِ ان کي ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر وٽ پيش ڪري.

(۴) ان صورت ۾ جڏهن باقيدار کي ذاتي حراست ۾ رکندڙ رونيو عملدار اسٽنٽ گريڊ درجي ٻئي جو آهي ۽ جڏهن اهڙي حراست جو عرصو چوويهن ڪلاڪن کان وڌيڪ تي وڃي ته هو بنا دير اهڙي ڪارروائي جي رپورٽ ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر کي ڪندو.

(۵) جڏهن باقيدار ڪليڪٽر جي سامهون آندو وڃي ته ڪليڪٽر کي اختيار هوندو ته ضلعي ديواني جيل جي انچارج کي حڪم ذريعي هدايت ڪري ته باقيدار کي ايتري عرصي لاءِ جيترو مناسب سمجهي جيل ۾ رکي، جنهن جو مدو حڪم جي تاريخ کان هڪ مهيني کان وڌيڪ نه هوندو.

(٦) گرفتاري ۽ حراست جي ڪارروائي ان باقيدار خلاف عمل ۾ نہ ايندي، جيڪڏهن اها عورت هوندي، يا هو صغير، چريو يا ديوانو هوندو.

(٧) گرفتاريءَ جو وارنٽ جيڪو هڪ باقيدار جي خلاف پيٽي قلم (١) هيٺ جاري ڪيو ويو هجي، ان جي تعميل نہ ڪئي ويندي، جيڪڏهن ادائگي جوڳيون بقايائون پياريون ويون هجن يا باقيدار فقري (ب) پيٽي قلم (٨) هيٺ طئي ڪيل طريقي سان ضمانت پيش ڪري.

(٨) ڪوبہ باقيدار، جنهن کي پيٽي قلم (٣) هيٺ شخصي حراست ۾ رکيو ويو آهي يا قلم (٥) هيٺ ديواني جيل ۾ رکيو ويو آهي، تنهن کي هڪدم آزاد ڪيو ويندو جيڪڏهن:

(الف) اهڙي باقيدار کان ادائگي جوڳيون رقمون ملي چڪيون آهن يا،

(ب) انهي رونيو عملدار وٽ جنهن هن جي گرفتاريءَ جو حڪم جاري ڪيو هو يا ڪليڪٽر يعني ڊپٽي ڪمشنر وٽ سندن خاطري موجب طلب جوڳين بقايائن جي ادا ڪرڻ لاءِ ضمانت پيش ڪئي هجي.

## قلم - ٨٣ . منحرڪ ملڪيت ۽ فصلن جي ضبطي ۽ وڪرو:

(١) ڍل جي بقايا واجب ٿيڻ کان پوءِ ڪنهن بہ وقت رونيو عملدار جي حڪم سان باقيدار جي متحرڪ ملڪيت ۽ بيٺل فصل يا اڻ ميڙيل فصل ضبط ڪري ۽ وڪرو ڪري سگهجن ٿا.

(٢) ضبطي ۽ وڪرو تازي رائج ٿيل قانون مطابق ڪيو ويندو، جيڪو رونيو ڪورٽ جي ڊڪري هيٺ متحرڪ ملڪيت جي فيصلي ۽ وڪري لاءِ هوندو. پر شرط هي آهي تہ اهي اسم جيڪي ڪنهن بہ مروج قانون هيٺ وڪري کان آزاد آهن، تن کان سواءِ باقيدار جي زمين جي اوتري پيدائش، جيتري ڪليڪٽر، ٻج ۽ باقيدار جي ڪٽنب جي گذاري لاءِ، ٻئي فصل جي لهڻ تائين ضروري سمجهي ۽ چوپايو مال جيڪو ڪنهن قانون هيٺ ضبطي ۽ وڪري کان آجو ڪيو ويو آهي، سي سڀ هن قلم هيٺ وڪري کان آجا رهندا.

## قلم- ٨۴. ڪاتي جي منتقلي:

(١) ڪاتي تي بقايا پيدا ٿيڻ کان پوءِ ڪنهن به وقت ڪليڪٽر کي وس آهي ته اها زمين جنهن ديهه ۾ واقع آهي، انهي ديهه جي ڪنهن اهڙي زميندار کي جيڪو پاڻ باقيدار ناهي ۽ قبضي وٺڻ کان اڳ سموري بقايا پياري ٿو، تنهن کي ڪليڪٽر وڌيڪ اهڙن شرطن تي جيئن هو مناسب سمجهي، ڪاتو منتقل ڪري بشرطيڪ اهڙي ماڻهوءَ جي ڪاتي تي بقايا نه هجي. پر شرط هي به آهي ته هن پيٽي قلم هيٺ، ڪاتي جي منتقلي لاءِ حڪم تيستائين نه ڪيو ويندو، جيستائين قلم ٨٠ جي فقري (ب) ۽ (ج) هيٺ زمين جي مالڪ خلاف ڪارروايون مڪمل نه آهن.

(٢) زمين جي منتقلي جيڪڏهن ڊپٽي ڪمشنر مناسب سمجهي ته ان زرعي سال جي پڇاڙي تائين رهندي، جنهن ۾ باقيدار منتقل اليه (جنهن کي ڪاتو ڦيرائي ڏنو وڃي) کي اها رقم ڏيندو، جيڪا هن (منتقل اليه) زمين جي قبضي ملڻ کان اڳ ڏني هئي يا ٻي حالت ۾ اهڙي عرصي لاءِ جو منتقلي واري تاريخ بعد شروع ٿيندڙ زرعي سال کان پوءِ پندرهن سالن کان وڌيڪ نه هوندو.

(٣) ڪليڪٽر هن قلم هيٺ ڪنهن به ٿيل منتقلي بابت ڪمشنر کي رپورٽ ڪندو ۽ ڪمشنر اهڙي منتقليءَ کي رد ڪري يا ان جا شرط ڦيرائي يا ڪو اهڙو ٻيو حڪم ڪري سگهي ٿو، جيئن هو مناسب سمجهي.

(٤) جيتري قدر هن ايڪٽ هيٺ سيني پيدا ٿيندڙ حقن ۽ زيربارين جو تعلق آهي ته اهو شخص، جنهن کي ڪاتو منتقل ڪري ڏنو ويو آهي، ان جي حالت منتقليءَ جي شرطن جي پابنديءَ سان ساڳي رهندي جهڙي باقيدار جي، جڻ ته ڪاتو تبديل ٿيو ئي نه هو.

(٥) جڏهن منتقلي ڪنهن مقرر عرصي لاءِ آهي ته ڪليڪٽر باقيدار کي اها قبضيداري حڪومت جي هر قسم جي زيرباري ۽ منتقل اليه جي ڪنهن به ڏيل يا ٻين محصولن جي بقايا کان آزاد ڪري انهي عرصي گذرڻ بعد بحال ڪندو.

## قلم- ٨٥ .باقيدار جي ڪاتي جي ضبطي :

(١) ڪليڪٽر ڪوبه ڪاتو جنهن تي ڏيل جي بقايا پيدا ٿي چڪي آهي سو قلم ٨٤ هيٺ منتقل ڪرڻ بدران ضبط ڪري پنهنجي نگراني ۾ وٺي سگهي ٿو، يا پنهنجي طرفان انهي مقصد لاءِ مقرر ڪيل عيوضيءَ جي حوالي ڪري سگهي ٿو.

(٢) ڪليڪٽر يا سندس عيوضي، باقيدار ۽ هن جي هارين جي وچ ۾ جيڪا به ڏيتي ليتي هوندي تنهن سان بدل رهندو ۽ هو زمين جي بندوبست ڪرڻ جو حقدار هوندو، ۽ پڻ ان مان ملندڙ ڪرايا ۽ نفعا يعني اُپت جيستائين بقايا پوري ادا تي وجي يا جيسين ڪليڪٽر باقيدار کي زمين واپس ڪري، باقيدار جي بجاءِ پاڻ وصول ڪندو.

(٣) زمين جي ضبطي ۽ پرگهور تي خرچ، هلندڙ سال جي ڍل ۽ ٻيا لوازما ڪٽڻ کان پوءِ باقي بچيل نفعو بقايا جي ادائگي ۾ لڳايو ويندو.

(۴) زمين ساڳي بقايا لاءِ پنجن سالن کان مٿي عرصي لاءِ ضبط نه ڪئي ويندي، ۽ اهو عرصو ضبطيءَ جي تاريخ بعد ايندڙ زرعي سال کان شمار ۾ ايندو. پر جيڪڏهن بقايا جلدي جمع ڪرائي وجي ته زمين آزاد ڪئي ويندي ۽ واڌو آمدني، جيڪڏهن ڪا هوندي ته زمين جي مالڪ کي ڏني ويندي.

## قلم- ٨٦. باقيدار جي کاتي جي ڍل جي منسوخي:

(١) جڏهن ڍل جي بقايا هڪ سال کان مٿي ڊگهي عرصي لاءِ رهي ۽ مٿي ذڪر ڪيل ڪارروايون ان جي وصولي لاءِ ڪافي نه سمجهيون وڃن ته رونيو بورڊ، انهن ڪارروائن کان علاوه يا انهن سيني يا انهن مان ڪن به ڪارروائن جي بجاءِ ان زمين جي ڍل جي منسوخيءَ جو حڪم ڪري سگهي ٿو، جنهن تي اهڙي بقايا آهي.

(٢) هن قلم جا نهراءُ ان بقايا جي وصولي لاءِ عمل ۾ نه آندا ويندا، جيڪا زمين:

(الف) قلم ٨٥ هيٺ ضبطي هيٺ هجي يا،

(ب) ڪورٽ آف واردس جي نگراني هيٺ هجي.

(٣) جڏهن ڪنهن زمين جي ڍل پيٽي قلم (١) هيٺ منسوخ ڪئي وجي ته ڪليڪٽر، رونيو بورڊ جي اڳوات منظوريءَ سان اها زمين پاڻ يا پنهنجي عيوضيءَ جي معرفت سنيالي يا اها ڪنهن ٻئي خواهشمند شخص کي آبادي لاءِ مقاطعي تي ڪجهه عرصي لاءِ رونيو بورڊ طرفان منظور ڪيل شرطن تي ڏئي. بشرطيڪ جنهن عرصي لاءِ زمين اهڙي سنيال يا آبادي لاءِ ڏني وجي، اهو عرصو منسوخيءَ جي تاريخ کان پوءِ شمار ٿيندو، جيڪو زرعي سال جي شروعات کان ڏهن سالن کان مٿي نه هوندو.

(۴) مٿي ڏيکاريل عرصي ختم ٿيڻ کان تورو اڳ ڪليڪٽر ان قبضيداريءَ جي متعلق باقي رهيل عرصي لاءِ ضلعي اندر هلندڙ ڍل مقرر ڪندو ۽ جڏهن اها ڍل رونيو بورڊ طرفان منظور ڪئي وڃي تہ اها زمين جي مالڪ کي ڀڏائي ويندي.
(۵) زمين جو مالڪ. ڪليڪٽر کي مٿين ڍل جي ڀڏائڻ کان پوءِ ٽيهن ڏينهن اندر ڍل جي ذميواري کان انڪار جو نوٽيس ڏيئي سگهي ٿو.
(٦) جيڪڏهن مٿئين نموني نوٽيس ڏنو وڃي تہ ڪليڪٽر، رونيو بورڊ جي اڳوات منظوريءَ سان قبضيداري سڌو پنهنجي سنڀال ۾ وٺي سگهي ٿو يا آبادي واسطي تعلقي يا ضلعي اندر هلندڙ ڍل جي باقي عرصي لاءِ ڏيئي سگهي ٿو. يا انهيءَ عرصي جي باقي رهيل مدت لاءِ جيڪا رونيو بورڊ مقرر ڪري.
(٧) رونيو بورڊ حڪم جاري ڪري سگهي ٿو تہ باقيدار طرفان ڪي بہ ڪيل معاهدا، يا ڪنهن ٻئي شخص طرفان، جنهن جي معرفت هو ان قبضيداريءَ ۾ شامل ٿيل زمين جو حق، جنهن جي ڍل منسوخ ڪئي ويئي آهي، ڇڪي ٿو تہ ان لاءِ ڪليڪٽر يا سندس عيوضي يا آبادگار (FARMER) جنهن عرصي تائين زمين ڪليڪٽر يا عيوضيءَ جي سنڀال هيٺ آهي يا آبادي لاءِ مقاطعي تي ڏنل آهي، ٻڌل نہ رهندو.

## قلم-٨٧. ضبطي يا ڍل جي منسوخي بابت اشتهار ۽ ان جا نتيجا:

(١) جڏهن قلم ٨٥ هيٺ ڪا زمين ضبط ڪئي وڃي يا جڏهن ڪنهن زمين جي ڍل قلم ٨٦ هيٺ منسوخ ڪئي وڃي تہ ڪليڪٽر ان جو اشتهار جاري ڪندو.
(٢) اهڙي ڪابہ رقم جيڪا اشتهار جي جاري ٿيڻ کان اڳي ۽ ڪنهن بہ ماڻهوءَ طرفان ڪرائي يا ٻي ڪنهن ملڪيت بابت دستور موجب مقرر وقت کان اڳي باقيدار کي ملڻي آهي تہ ڪليڪٽر جي اڳوات منظوري کان سواءِ انهي ماڻهوءَ جي ڪاتي ۾ جمع نہ ٿيندي يا انهي سان ڪليڪٽر يا سندس مقرر ڪيل ماڻهو کي ٿيندڙ ادائگي کان ڇوٽڪارو نہ ملندو.
(٣) اشتهار جي جاري ٿيڻ کان پوءِ ڪليڪٽر يا سندس مقرر ماڻهو يا آبادگار کان سواءِ ڪرائي يا ٻي ڪنهن زمين جي ملڪيت جي باري ۾ ڪيل ادائگي انهي ماڻهو جي ڪاتي ۾ جمع نہ ٿيندي، جنهن ادائگي ڪئي آهي، نہ وري انهي کي ڪليڪٽر

يا سندس مقرر ڪيل ماڻهو يا آبادگار ڪان اها ادائگي چوٽڪارو ڏياريندي.

## قلم- ٨٨. ڪاتي واري زمين جو وڪرو:

جڏهن ڏل جي بقايا رهيل هجي ۽ ان جي وصولي لاءِ متي ذڪر ڪيل ڪارروايون ڪافي نہ سمجهيون وڃن تہ ڪليڪٽر، رونيو بورڊ جي اڳوات منظوري سان، انهن ڪارروائن ڪان سواءِ يا انهن سيني يا ڪن ڪارروائن جي بدران ۽ هن ڪان پوءِ ڄاڻايل شهرائن جي پابندي سان اها زمين جنهن تي بقايا واجب ٿي هجي، وڪرو ڪري سگهي ٿو. پر شرط هي آهي تہ اها زمين بقايا جي وصولي لاءِ وڪرو نہ ڪئي ويندي:

(الف) جنهن زمين تي بقايا ڪورٽ آف وارڊس جي سنڀال هيٺ رهڻ واري وقت ۾ پيدا ٿي هجي يا اهڙيون حالتون ٿيون هجن، جو ڪورٽ آف وارڊس، ڪنهن مروج قانون هيٺ ان زمين تي اختيار استعمال ڪيو هجي ،يا

(ب) جيڪڏهن بقايا قلم ٨٥ هيٺ ضبطي دوران پيدا ٿي هجي، يا

(ج) جيڪڏهن بقايا ڏل جي منسوخي يا ان جي ذميواري ڪان قلم ٨٦ هيٺ انڪار ڪرڻ بعد ڪليڪٽر جي سڌي سنڀال جي وقت يا ڪنهن ٻئي شخص جي آباديءَ جي وقت پيدا ٿي هجي.

## قلم-٨٩ . وڪري جو زير باري تي اثر:

(١) قلم٨٨ جي شهرائن هيٺ وڪيل زمين سيني زير بارين ڪان آزاد وڪرو ڪئي ويندي ۽ خريدار ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي شخص جون زمين متعلق اڳ ڪيل قبوليتون ۽ معاهدا وڪري وقت خريدار خلاف رد سمجهيا ويندا.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺين حالتن ۾ اثر انداز نہ ٿيندو:

(الف) مناسب ڪرائي تي ڏنل مقاطعو، مستقل يا عارضي جيڪوڪنهن بہ رهائشي گهر جي اڏاوت يا ڪارخاني يا ڪاڻ، باغ، تلاءُ، واهہ، عبادتگاهہ، يا قبرستان بابت هجي ۽ جيستائين اها زمين انهيءَ مقصد لاءِ مقاطعي هيٺ استعمال ٿئي.

(ب) ڪابہ زيرباري، قبوليت يا معاهدو جنهن متعلق ڪمشنر کي خاطري ٿئي تہ اهو چڱي نيت سان ڪيو ويو هو ۽ اهڙي پڌرائي هن ڪان پوءِ ڪئي وڃي.

## قلم - ۹۰. باقيدار جي ٻي غير متحرڪ ملڪيت خلاف ڪارروائي:

(۱) جيڪڏهن بقايا مٿي ڄاڻايل ڪنهن به ڪارروائي ذريعي وصول ٿي نه ٿي سگهي ته پوءِ جيڪڏهن باقيدار وٽ ٻي ڪا زمين يا غير متحرڪ ملڪيت آهي ته ڪليڪٽر هن قلم هيٺ ان ملڪيت خلاف بقايا هيٺ زمين وانگر ڪارروائي ڪري سگهي ٿو. بشرطيڪ اهڙي ڪارروائي صرف ۽ صرف باقيدار جي مفادن خلاف ڪئي ويندي ليڪن پيدا ٿيل زير بارين، ڪيل قبوليتون، يا هن طرفان چڱي نيت سان ڪيل معاهدا صرف ان سبب ڪري ناجائز نه ٺهرايا ويندا ته هن جي حق خلاف ڪارروائي ڪئي ٿي وڃي.

(۲) جڏهن ڪليڪٽر هن قلم تحت باقيدار جي ٻي اهڙي ملڪيت بابت جيڪا بقايا هيٺ نه هجي، ان خلاف ڪارروائيءَ جو فيصلو ڪندو ته هو هڪ پڌرنامي يا اشتهار ذريعي ان زمين جي انتقال يا ٻي ڪنهن زيرباري بابت بندش وجهڻ جو اعلان ڪندو.

(۳)ڪليڪٽر ڪنهن به وقت، لکيت ۾،حڪم ذريعي اشتهار واپس وٺي سگهي ٿو، يا جڏهن بقايا جمع ڪرائي ويئي آهي، يا باقيدار جا حق بقايا جي وصولي لاءِ وڪرو ڪيا ويا آهن، تڏهن پڻ ائين سمجهيو ويندو ته اشتهار واپس ورتو ويو آهي.

(۴) اهڙي ملڪيت يا ان ۾ باقيدار جي ڪنهن حق جي خانگي ڦير گهير خواه اها وڪري، بخشش، گروي ذريعي ٿي هجي يا ڪنهن ٻئي نموني ۾ اشتهار جي جاري ٿيڻ کان پوءِ يا ان جي واپسيءَ کان اڳ بي بنياد ٿيندي.

(۵) هن قلم هيٺ ڪنهن به ملڪيت خلاف ڪارروائيءَ ۾ ڪليڪٽر ڪوشش ڪري ملڪيت جي نوعيت جو لحاظ ڪندي اهو طريقو اختيار ڪندو. جيڪو ان زمين خلاف، جنهن تي بقايا رهيل آهي، ان تي ڪارروائي ڪي عمل ۾ آڻڻ لاءِ مقرر ڪيل آهي.

## قلم- ۹۱ .بقايا جي ذميواري کان انڪار جي حالت ۾ باقيدار لاءِ رکيل تدارڪ:

(١) قلم ٧٩ ۾ جيڪي ڪجهہ آهي، ان جي باوجود جڏهن هن ايڪٽ هيٺ بقايا جي وصولي لاءِ جنهن شخص خلاف ڪارروائي ڪئي پئي وڃي، اهو ان حالت ۾ جڏهن بقايا، يا ان جي ڪنهن حصي جي ذميواري کان انڪار ڪري ٿو ۽ ساڳي رقم جي ادائگي پنهنجي عيوضيءَ جي صحيح سان لکيت ۾ اعتراض هيٺ ڪري ٿو، سو ڪنهن سول ڪورٽ ۾ اهڙي ڏنل رقم جي وصولي لاءِ دعويٰ داخل ڪري سگهي ٿو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ دعويٰ ان ڪورٽ ۾ داخل ڪرڻ گهرجي، جنهن جي عمل جي دائري ۾ اها جاءِ اچي ٿي وڃي جتي ان ضلعي جي ڪليڪٽر جي آفيس واقع آهي ۽ جنهن ضلعي ۾ اها بقايا يا ان جو حصو واجب ٿيو هجي.

## وڪري جو طريقهءِ ڪار

### قلم- ٩٢. وڪري جو اشتهار:

١. ڪنهن بہ غير متحرڪ ملڪيت جي وڪري بابت رونيو بورڊ کان منظوري ملڻ بعد، ڪليڪٽر انهيءَ مقصد لاءِ هيٺ ڄاڻايل تفصيل سان هڪ اشتهار جاري ڪندو:

(الف) وڪري جي تاريخ، وقت ۽ هنڌ.

(ب) ملڪيت، جا وڪرو ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن اهو زمين جو ڪاتو آهي تہ ان جي مٿان بست ٽيل يا ڏيڻ جوڳي ڍل.

(ج) جيڪڏهن ملڪيت ان واجب بقايا جي وصوليءَ خاطر وڪرو ٿيڻي آهي تہ پوءِ اهي زير باريون، قبوليتون يا معاهدا جيڪڏهن ڪي هجن، جيڪي قلم ٨٩ جي پيٽي قلم (٢) جي فقري (ب) هيٺ ڪمشنر جي حڪم سان مستثنيٰ ڪيا ويا هجن.

(د). جيڪڏهن ملڪيت، ڍل جي واجب بقايا، کان سواءِ ڪنهن ٻئي سبب ڪري وڪرو ڪئي پئي وڃي تہ پوءِ ڪابہ زير باري، قبوليت ياشرط معاهدا جن لاءِ ملڪيت ذميواريءَ جوڳي سمجهي وڃي؛ ۽

(هہ) رقم جنهن جي وصوليءَ لاءِ وڪري جو حڪم ڪيو ويو آهي.

٢. پيٽي قلم (١) جي فقري (الف) موجب وڪري واري جاءِ ڪليڪٽر جي

آفيس هٿڻ گهرجي يا ٻي اهڙي جاءِ جيڪا پاڻ ڪليڪٽر هن بابت مقرر ڪري جيڪا وڪري هيٺ ملڪيت واري هنڌ يا ان جي پرسان هجي.

## قلم- ٩٣. اشتهار بابت رونيو عملدار جو بچاءُ:

رونيو عملدار کي قلم ٩٢ هيٺ جاري ڪيل اشتهار ۾ ڪنهن بہ چُڪ، غلط بياني يا ويسر لاءِ ذميوار نہ ٺهرائبو، جيسين اها بي ايماني سان ڪئي وڃي يا ڄاڻي واڻي ڪئي وڃي.

## قلم- ٩٤. اشتهار جي پڌرائي:

(١) اشتهار جي هڪ ڪاپي باقيدار تي تعميل ڪئي ويندي ۽ هڪ ڪاپي ان تعلقي جي مختيارڪار جي آفيس ۾ ڪنهن مکيہ هنڌ تي لڳائي ويندي، جنهن تعلقي ۾ وڪرو ٿيندڙ ملڪيت واقع آهي ۽ هڪ ڪاپي ڪليڪٽر جي آفيس ۾ پڻ لڳائي ويندي.

(٢) اشتهار قلم ٢٦ ۾ مقرر ڪيل طريقي موجب ۽ انهي کان سواءِ ڪنهن ٻئي اهڙي طريقي سان پڌرو ڪيو ويندو جيئن ڪليڪٽر مناسب سمجهندو.

(٣) اشتهار جي هڪ ڪاپي ٽائون ڪاميٽي يا يونين ڪائونسل ۾ لڳائي ويندي، جنهن جي حد ۾ وڪرو ٿيندڙ ملڪيت واقع آهي.

## قلم- ٩٥. وڪري جو وقت ۽ انتظام:

(١) وڪرو جمعي يا ڪنهن ٻئي موڪل جي ڏينهن تي نہ ڪيو ويندو يا ان تاريخ کان وٺي گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن ڏينهن گذرڻ بعد ڪيو ويندو، جنهن تاريخ تي اشتهار جي ڪاپي ڪليڪٽر جي آفيس ۾ لڳائي ويئي هئي.

(٢) وڪرو عام نيلام رستي ٿيندو ۽ اهو يا تہ ڪليڪٽر خود ڪندو يا هن طرفان خاص طور تي مقرر ڪيل رونيو عملدار ڪندو.

## قلم - ٩٦. وڪري جي مهلتيءَ جو اختيار:

ڪليڪٽر وقت بہ وقت لکيت ۾ سبب ڏيکاري، وڪرو مهمل ڪري سگهي ٿو.

## قلم - ٩٧. وڪرو روڪڻ:

جيڪڏهن ڪنهن بہ وقت نيلام جي واڪ پوري ٿيڻ کان اڳ باقيدار يا ان زمين يا

غيرمتحرڪ ملڪيت سان واسطو رکندڙ ڪو بيو شخص نيلام ڪندڙ عملدار کي بقايا، جنهن جي ڪري ملڪيت جي وڪري لاءِ اشتهار ڪڍيا ويا آهن، ان جي وصوليءَ تي ٿيل خرچ سميت ڏئي ٿو يا ان عملدار جي اطمينان لاءِ ثابتي ڏئي ٿو تہ هن اها بقايا قلم ٧٦ پٽاندر مقرر ڪيل جاءِ ۽ طريقي موجب يا سرڪاري خزاني ۾ اڳي جمع ڪرائي ڇڏي آهي، تہ وڪرو روڪيو (STAY) ويندو.

## قلم - ٩٨. غير منتحرڪ ملڪيت جي وڪري جي حالت ۾ خريدار جو سوٿي جمع ڪرائڻ:

جڏهن نيلام هلندي وڌ ۾ وڌ واڪ جي پڪ ٿي وڃي تہ پوءِ جنهن شخص اهو واڪ ڏنو هجي، سو نيلام ڪندڙ عملدار جي گُهر ڪرڻ تي، انهيءَ عملدار کي واڪ واري رقم جو ٢٥ سيڪڙو سوٿيءَ طور ڏيندو ۽ ان جي ادائگي بعد هو مروج قانون هيٺ حق شفعہ جي استعمال جي پابنديءَ سان خريدار ليکيو ويندو.

## قلم -٩٩. سوٿي جمع نہ ڪرائڻ جو نتيجو:

جنهن شخص، وڌ ۾ وڌ واڪ ڏنو هجي، سو جيڪڏهن قلم ٩٨ موجب سوٿي جمع ڪرائڻ ۾ ڪوتاهي ٿو ڪري تہ ان حالت ۾ ملڪيت هڪدم وري نيلام ذريعي وڪرو ڪئي ويندي ۽ جيڪي خرچ پهرين وڪري جي پوئواري تي ٿيا هجن ۽ قيمت جي ڪمي جيڪا نئين وڪري ڪري پئدا ٿي هجي، سي ان شخص کان، ڪليڪٽر طرفان، ائين وصول ڪيا ويندا ڄڻ اها ڍل جي بقايا آهي.

## قلم -١٠٠. رقم جي پوري ادائگيءَ لاءِ مقرر وقت:

خريديءَ جي سموري رقم، جنهن تاريخ تي، هن کي خريدار ظاهر ڪيو ويو هجي، ان کان وٺي تيهن ڏينهن  جي عرصي اندر مقرر وقت ختم ٿيڻ کان اڳ ڏني ويندي.

## قلم - ١٠١. ادائگي ۾ ڪوتاهي بعد طريقہِ ڪار:

خريديءَ جي سموري رقم، قلم  ١٠٠ مطابق ڏيکاريل عرصي اندر جمع نہ ڪرائڻ جي حالت ۾ قلم ٩٨ هيٺ جمع سوٿيءَ جي رقم منجهان وڪري جي خرچن ڪٽڻ بعد ضبط ڪري حڪومت جي حوالي ڪئي ويندي، البت ڪليڪٽر ڪمشنر جي اڳواٽ منظوريءَ سان اهڙو حڪم ڏئي تہ اها ضبط ڪيل

رقم بقايا گهٽائڻ ۾ مجرا ڏني ويندي ۽ ملڪيت وري وڪرو ڪئي ويندي ۽ ڪوتاهي ڪندڙ خريدار جو ان ملڪيت يا ان رقم جي ڪنهن بہ حصي تي حق نہ رهندو.

## قلم -١٠٢. ڪمشنر کي وڪري جي رپورٽ:

هن باب هيٺ غير متحرڪ ملڪيت جي هرهڪ وڪري جي رپورٽ ڪليڪٽر طرفان ڪمشنر کي ڪئي ويندي.

## قلم - ١٠٣. وڪري رد ڪرڻ لاءِ درخواست:

(١) وڪري واري تاريخ کان وٺي ٽيهن ڏينهن اندر ڪنهن بہ وقت ڪمشنر کي وڪري جي پڌرائي يا طريقہءِ ڪار ۾ ڪنهن اهم بي قاعدگي يا چُڪ سبب وڪري رد ڪرڻ لاءِ درخواست ڪري سگهجي ٿي.

(٢) پيٽي قلم (١) ۾ ڄاڻايل سببن ڪري ايستائين وڪرو رد نہ ڪيو ويندو، جيستائين درخواست گذار ڪمشنر جي اطمينان لاءِ ثابت ڪري نہ ڏيکاريندو تہ ڪيس ان بيقاعدگي يا چُڪ سبب خاص نقصان پهتو آهي.

## قلم - ١٠٤. وڪري جي بحالي يا رد ڪرڻ بابت حڪم:

(١) وڪري واري تاريخ کان ٽيهن ڏينهن بعد، جيڪڏهن قلم ١٠٢ مطابق ذڪر ڪيل اهڙي درخواست نہ ڪئي ويئي آهي يا ڪئي ويئي آهي پر اها رد ٿي ويئي آهي تہ ڪمشنر وڪري جي بحاليءَ جو حڪم ڪندو ۽ جيڪڏهن اهڙي درخواست داخل ڪرڻ کان پوءِ منظور ڪئي ويئي آهي تہ ڪمشنر وڪري جي منسوخيءَ جو حڪم ڪندو.

(٢) جيڪڏهن وڪري واري تاريخ کان وٺي ٽيهن ڏينهن اندر باقيدار، وڪرو ٿيل ملڪيت واري اهڙي بقايا جي وصوليءَ تي ٿيل سڀ خرچ ۽ بقايا جمع ڪرائي ٿو تہ ڪمشنر، وڪري جي منسوخيءَ جوحڪم ڪندو.

## قلم - ١٠٥. وڪري رد ٿيڻ ڪري خريدئ جي رقم جو واپس ڪرڻ يا امانت ۾ رکڻ:

جڏهن ڪنهن بہ ملڪيت جو وڪرو بحال نہ ٿيو آهي يا منسوخ ڪيو ويو آهي تہ

خريدار سوٽيءَ جي رقم يا خريديءَ جي رقم جيئن بہ حالت هجي، واپس وٺڻ جو حقدار ٿيندو.

## قلم - ١٠٦. مهملي يا ڦيھر وڪري جي حالت ۾ اشتهار ڪڍڻ:

قلم ٩٦ هيٺ وڪري جي مهملي ڪان پوءِ ۽ قلم ١٠١ هيٺ خريدار جي ڪوتاهي ڪري ڦيهر وڪري جي حالت ۾، يا قلم ١٠٤ هيٺ وڪري جي منسوخي تي تازو اشتهار قلم ٩٤ ۾ ڏنل طريقي موجب ڪڍيو ويندو.

## قلم - ١٠٧. وڪري جي بحاليءَ جي حالت ۾ خريدار کي قبضي ۽ وڪري جي سَندَ ڏيڻ:

(١) مٿي ذڪر ڪيل طريقي موجب جڏهن وڪرو بحال ڪيو ويو هجي تہ ڪليڪٽر انهيءَ شخص کي وڪرو ڪيل ملڪيت جو قبضو ڏياريندو، جنهن کي زمين جو خريدار قرار ڏنو ويو هجي ۽ هن کي ان بابت سَند ڏيندو جا ڏيکاريندي تہ هن اها ملڪيت برابر خريد ڪئي آهي.

(٢) سَنَد اهو بہ ڏيکاريندي تہ ملڪيت ان بقايا جي وصوليءَ لاءِ وڪرو ڪئي ويئي هئي يا نہ، جيڪا ان تي واجب هئي ۽ جيڪڏهن اها اهڙي طرح وڪرو ڪئي ويئي هوندي تہ سڀ زيرباريون، قبوليتون ۽ شرط جيڪڏهن ڪي هوندا، جيڪي وڪري جي اشتهار ۾ قلم ٨٩ جي پيٽي قلم (٢) جي فقري (ب) هيٺ ڪمشنر جي حڪم موجب ڇاٽايا ويا هوندا، پڻ ڏيکاريندي.

(٣) سَندَ ملڪيت جي جائز منتقلي طور تسليم ڪئي ويندي. پر ان کي انتقال نامي طور رجسٽرڊ ڪرائڻ جي ضرورت نہ آهي.

(٤) ڪنهن بہ ڪورٽ ۾ مستند خريدار خلاف، انهيءَ بنياد تي داخل ڪيل دعوي تہ اها خريداري مستند خريدار ڪان سواءِ ٻئي شخص جي پاران ڪئي ويئي آهي، ٻُڌڻ جوڳي نہ ٿيندي.

(٥) غير متحرڪ ملڪيت جو سند يافتہ خريدار وڪري جي بحاليءَ جي تاريخ بعد ملڪيت مان حاصل ٿيندڙ سيني ڪراين ۽ فائدن جو حقدار ٿيندو ۽ ان تاريخ ڪان پوءِ ان متعلق وصول ٿيڻ جوڳي ڍل، محصول ۽ لوازمن جي سمورين قسطن

لاءِ ذميوار ٿيندو.

## قلم- ١٠٨. متحرڪ ۾ ناس ٿيندڙ ملڪيت جو وڪرو:

(١). قلم. ٩٢، ٩٣، ٩٤، ٩٥، ٩٦، ٩٧، ١٠٣، ١٠٤، ١٠٥ ۽ ١٠٦ جا نهراءُ ضايع ٿيندڙ شين ڪان سواءِ ٻيءَ متحرڪ ملڪيت جي وڪري سان ايتري قدر لاڳو ٿيندا، جيتري قدر اهي تي سگهن ۽ ڇڏڪ:

(الف). قلم ١٠٣ ۽ ١٠٤ موجب ڪمشنر جو ڏنل حوالو ڪليڪٽر جو حوالو آهي.

(ب) جانورن جي وڪري جي صورت ۾ جنهن جو مدو قلم ٩٥ هيٺ ٽيهہ ڏينهن جاڻايو ويو آهي اهو هتي ڏهہ ڏينهن هوندو.

(٢) ضايع ٿيڻ جوڳيون شيون نيلام رستي بنا ڪنهن دير جي ڪليڪٽر جي وقت بہ وقت اهڙن جاري ڪيل حڪمن موجب، جيڪي انهن بابت عام طور يا خاص طرح سان ڪڍيا ويا هجن، وڪرو ڪيون وينديون ۽ اهڙين شين جو وڪرو بروقت نيلام ڪندڙ عملدار طرفان قطعي طور ڪيو ويندو ۽ بحاليءَ جي ضرورت نہ پوندي.

## قلم - ١٠٩. سرزمين تي مڪمل ٿيل وڪري جي حالت ۾ پئسن جي ادائگيءَ جو طريقو:

(١) جڏهن ضايع ٿيڻ جهڙي شيءِ جو وڪرو قطعي طور وڪرو ڪندڙ عملدار طرفان ڪيو وڃي تہ هرهڪ لاٽ يا حصي جي قيمت وڪري وقت ادا ڪئي ويندي يا ان ڪان پوءِ جلدي، جيئن ذڪر ڪيل عملدار مقرر ڪري ۽ اهڙي ادائگي جي ڪوتاهيءَ جي حالت ۾، ملڪيت وري نيلام ذريعي وڪرو ڪئي ويندي.

(٢) خريديءَ جي رقم جي ادائگي بعد وڪرو ڪندڙ عملدار ان جي رسيد جاري ڪندو ۽ اهو وڪرو سيني موجود ماڻهن جي لاءِ قطعي حيثيت رکندو.

## قلم - ١١٠. متحرڪ ملڪيت بابت ادائگيءَ جو طريقو جڏهن وڪري جي بحالي لازمي هجي:

(١) متحرڪ ملڪيت جي وڪري جي صورت ۾ جڏهن اها ضايع ٿيندڙ شيءِ نہ

آهي تہ اهو ماڻهو جنهن کي خريدار مجيو وڃي، هڪدم نيلامي واري واڪ جو ٢٥ سيڪڙو جمع ڪرائيندو ۽ ناڪاميءَ جي صورت ۾ اها ملڪيت وري ٻيهر نيلام ذريعي وڪرو ڪئي ويندي.

(٢) خريديءَ جي سموري رقم خريدار طرفان، جڏهن هن کي وڪري جي بحاليءَ کان واقف ڪيو وڃي، ان بعد سٺن ڏينهن جي ختم ٿيڻ کان اڳ جمع ڪرائڻ گهرجي يا جيڪڏهن اهو ڏينهن جمعو هجي يا ڪو ٻيو موڪل جو ڏينهن هجي تہ ان ڏينهن کان پوءِ آفيس جي ڪم واري پهرئين ڏينهن جي ختم ٿيڻ کان اڳ جمع ڪرائڻ گهرجي.

## قلم -١١١. وڪري جي رقم:

(١) هن باب هيٺ ڪوبہ متحرڪ ملڪيت جو وڪرو قطعي طور ڪيو ويو آهي يا غيرمتحرڪ ملڪيت جو وڪرو بحال ڪيو ويو آهي تہ وڪري جي رقم پهريائين ان بقايا ۽ ان جي وصوليءَ تي ٿيل خرچ جي مجرائيءَ ۾ لڳائي ويندي، جا باقيدار کان،حڪومت کي وڪري جي بحاليءَ واري تاريخ تائين ڏيڻ جوڳي ٿيندي، توڙي اها بقايا ڏل جي هجي يا ڏل طور وصوليءَ جوڳين رقمن متعلق هجي ۽ باقي رقم جيڪا بچي سا ان ماڻهو کي ڏني ويندی، جنهن جي ملڪيت وڪرو ڪئي ويئي آهي، يا جيڪڏهن وڪرو ڪيل ملڪيت هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جي ملڪيت آهي تہ پوءِ انهن مالڪن کي گڏي يا رڪارڊ ۾ داخل ڪيل حقن جي رقم موجب ڏار ڏار يا جيئن ڪليڪٽر بهتر سمجهي، تيئن ڏني ويندي.

(٢) بچيل رقم ڪورٽ جي حڪم کان سواءِ ان شخص جي لهڻيدار کي نہ ڏني ويندي، جنهن جي ملڪيت وڪرو ڪئي ويئي آهي.

(٣) جيڪڏهن وڪري واري رقم پيٽي قلم (١) ۾ ذڪر ڪيل بقايا کان گهٽ ٿئي تہ پوءِ باقيدار ڏانهن رهندڙ بقايا، هن باب ۾ ذڪر ڪيل وڌيڪ ڪارروائين ذريعي يا ڪنهن ٻئي اختيار ڏنل قانون ذريعي وصول ڪئي ويندي.

## قلم -١١٢. ضبط ٿيل متحرڪ يا غير متحرڪ ملڪيت متعلق

## پيدا ٿيندڙ حقن جو نبڪال:

(١) جيڪڏهن هن باب جي تهرائن هيٺ ضبط ٿيل متحرڪ توڙي غير متحرڪ ملڪيت بابت ڪو ٽيون شخص پنهنجو حق ڄڪي ٿو تہ ڪليڪٽر قلم ٢٧ جي تهرائن موجب جانچ ڪري هن جو حق قبول ڪندو يا رد ڪندو.

(٢) جيڪڏهن ذڪر ڪيل حق سمورو يا جزوي طور قبول ڪيو وڃي تہ ملڪيت جوان موجب نبيرو ڪيو ويندو؛ جيتري قدر اهو حق قبوليت هيٺ اچي ان کي ڇڏي، باقي ملڪيت وڪرو ڪئي ويندي ۽ ان تي خريدار جو حق سيني مقصدن لاءِ محفوظ رهندو ۽ وڪري جي رقم قلم ١١١ جي تهرائن موجب نيڪال ڪئي ويندي.

# باب نائون

## رونيو عملدارن جي معرفت ٻين طلبن جي وصولي

### قلم- ١١٣. ديواني بدران رونيو عملدار جي معرفت ڪن بقايائن جي وصولي:

جڏهن ديهه جو عملدار جنهن کي قلم ٣٦ هيٺ ڪابه ڍل يا ڪا ٻي رقم ڍل جي بقايا وانگر وصول ڪرڻي آهي، سو جيڪڏهن:

(الف) رونيو عملدار کي مطمئن ڪري ته ڍل يا ٻي رقم ادا ٿيڻ جوڳي ٿي چڪي آهي ۽ ڀياري نه ويئي آهي؛ يا

(ب) اهڙي ڍل يا ٻي رقم وصول ڪئي وئي آهي پر مقرر قانوني طريقي موجب سرڪاري خزاني ۾ نه ڀياري وئي آهي ته رونيو عملدار انهن قاعدن جي پابندي سان جيڪي رونيو بورڊ هن متعلق جوڙيا هجن،اهڙي ڍل يا رقم ان شخص کان وصول ڪندو،جنهن ڏانهن اها رقم واجب هجي يا ديهه جي ان عملدار کان جنهن اها رقم وصول ڪئي هئي، هر صورت ۾ ڍل جي بقايا وانگر وصول ڪري سگهي ٿو.

### قلم- ١١٤. ڍل جي بقايا وانگر وصول ٿيندڙ ٻيون رقمون:

اهڙين رقمن کان سواءِ جيڪي هن ايڪٽ يا ڪنهن ٻئي مروج قانون هيٺ ڍل جي بقايا وانگر وصول ٿيڻ جوڳيون آهن، هيٺيون رقمون پڻ اهڙيءَ طرح وصول ٿي سگهن ٿيون:

(الف) فيون، ڏنڊ، حرجاڻا ۽ ٻيا خرچ بشمول ديهه جي عملدارن (ٽپيدارن) جا لوازما جيڪي هن ايڪٽ هيٺ وصول ٿيڻ جوڳا آهن.

(ب) چراگاهن منجهان يا زمين جي قدرتي پيداوار يا ڇڪين، مياڻين، يا پاڻيءَ جي قدرتي پيداوار متعلق يا ڪن ٻين حقن بابت جيڪي قلم ٤٩ ۽ ٥٠ ۾ ڄاڻايل آهن، حڪومت کي ملڻ جوڳي رقم جيڪا ديهه جي بستگي ۾ شامل ٿيل نه هجي.

(ج) بندن جي تعمير ۽ مرمت ۽ زرعي مقصدن خاطر پاڻيءَ جي رسد، پاڻيءَ جو گڏ ڪرڻ، زمين کي سم ۽ ڪلر کان آجو ڪرڻ، ڍنڍ جي سڌاري جي منصوبن جي استعمال ۽ انهن مان فائدن حاصل ڪرڻ سبب ڪنهن بہ مروج قانون هيٺ ڏيڻ جوڳيون فيون.

(د) اهي رقمون جيڪي حڪومت طرفان يا حڪومت جي اختيار سان واهن، بندن يا ٻين آبپاشيءَ جي منصوبن جي انتظام کي قائم رکڻ جي عيوض آبياني طور بست ڪيون وڃن، سواءِ ان رقم جي جيڪا ڪنهن بہ مروج قانون هيٺ ڍل جي بقايا طور وصول ٿيڻ جوڳي هجي؛ ۽

(هہ) اهي رقمون، جيڪي حڪومت کي ان شخص کان ملڻيون هجن جيڪو مٿي ذڪر ڪيل رقمن يا ڪنهن ٻي ڍل جي بقايا طور وصول ٿيندڙ رقم جي ڏيڻ لاءِ ضامن پيو هجي.

## قلم- ١١٥. باب ائين جو هن باب هيٺ وصول ٿيندڙ رقمن سان لاڳو ٿيڻ:

(١) باب ٨ جا نهراءُ، هن باب ۾ ذڪر ڪيل يا چڪايل ڪنهن بہ رقم بابت جيتريقدر لاڳو ڪري سگهبا اهي ائين لاڳو ٿيندا، جڻ تہ اها رقم ڍل جي بقايا آهي ۽ جنهن شخص کي اها رقم، اصل باقيدار يا ضامن جي حيثيت ۾ ڏيڻي هئي، اهو ان بقايا متعلق باقيدار سمجهيو ويندو.

(٢) جيسين ڪنهن بہ اهڙي رقم بابت، ڪنهن مروج قانون هيٺ ائين پڌرو نہ ڪيو وڃي تہ اها ان زمين متعلق ڍل جي بقايا طور وصول ٿيندي، جنهن زمين تي ان جي ذميواري عائد ڪئي ويئي آهي، تيسين ان جي وصولي لاءِ قلم ٩٠ جي پيٽي قلم (١) جا نهراءُ لاڳو ٿيندا.

## قلم - ١١٥. (الف) صوبائي بقايائن کان سواءِ ٻين بقايائن جي ڍل جي بقايا طور وصولي ۽ ان جو خرچ:

جڏهن ڪابہ رقم يا ان جو ڀاڱو، سواءِ ان رقم جي جيڪا سنڌ صوبي جي صوبائي "ڪنساليڊيٽيڊ فنڊ" ۾ جمع ڪرڻي آهي، اها رقم جڏهن هن باب جي

ٺهرائن موجب ڍل جي بقايا وانگر وصول ڪئي ويندي ۽ ٻه سيڪڙو جي حساب سان ڪميشن، وصوليءَ جي خرچ طور وصول ڪيل رقم مان ڪاٽبي ۽ اهڙي ڪميشن جي رقم سنڌ صوبي جي پراونشنل ڪنساليڊيٽيڊ فنڊ ۾ جمع ڪرائي ويندي.

# باب ڏهون

## سروي يعني پيمائش ۽ حدون

### قلم- ١١٦. صوبي جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ رونيو ماپ رونيو بورڊ طرفان عمل ۾ آڻڻ:

(١) رونيو بورڊ کي اهو اختيار آهي ته جڏهن به مناسب سمجهي، پڊرنامي ذريعي ڊِل جي سيٽلمينٽ لاءِ حقن جي رڪارڊ جي تياري ۽ حفاظت لاءِ يا ڪنهن ٻئي اهڙي مطلب لاءِ صوبي جي ڪنهن به حصي جي زمين جي ماپ لاءِ هدايت جاري ڪري ۽ اهڙي ماپ کي رونيو سروي ڪري سڏيو ويندو.

(٢) رونيو سروي ڳوٺ جي پٽن، ننڍن يا وڏن شهرن جي زمين سان عام طور يا صرف خاص زمين سان لاڳو ڪري سگهجي ٿي، بلڪ جيئن پڊرنامي ۾ ڄاڻايل هوندو.

(٣)رونيو بورڊ جي حڪمن جي پابندي سان اهڙي ماپ ڪندڙ عملدار کي قانوني اختيار هوندو ته ڪنهن به زمين کي جيڪڏهن مناسب سمجهي ته ماپ جي دائري کان ٻاهر ڇڏي ڏئي.

### قلم- ١١٧. حد نرواري بابت رونيو عملدار جو اختيار:

(١) رونيو عملدار هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن به رڪارڊ جي تاهڻ واسطي يا ڊِل جي بستگيءَ جي مقصد خاطر يا ڪنهن واسطيدار شخص جي درخواست تي زمين ، ڪاتي يا ان جي ڪنهن ڀاڱي جون حدون مقرر ڪري سگهي ٿو ۽ انهن حدن کي ظاهر ڪري ڏيکارڻ واسطي حدنشان، جهڙوڪ: پٿر جي هڻڻ يا انهن جي مرمت ڪرڻ جو حڪم ڏيئي سگهي ٿو.

(٢) پيٽي قلم (ا) هيٺ ڪنهن به زمين جي حد نرواري ڪندي رونيو عملدار ڪنهن ڪورٽ يا ٻئي رونيو عملدار يا فاريسٽ ايڪٽ ١٩٢٧ع (ايڪٽ - XVI، ١٩٢٧) هيٺ مقرر ٿيل فاريسٽ سيٽلمينٽ عملدار طرفان يا انهن جي حڪم هيٺ، اڳيئي مقرر ڪيل حد تي دڙي يا پٿر هٽائي سگهي ٿو يا ڪنهن ڪورٽ يا اهڙن عملدارن طرفان يا انهن جي حڪم هيٺ اڳ ۾ هٽايل دڙيءَ جي مرمت ڪرائي سگهي ٿو.

## قلم- ١١٨. رڪارڊ تيار ڪرڻ واسطي ماپون:

(١) جڏهن ڪابہ زمين قلم ٥٥ جي فقري (ج) يا قلم ١١٦ هيٺ نهيل قاعدن موجب ماپ ڪئي وڃي تہ روينيو عملدار جنهن اهڙي ماپ لاءِ حڪم ڏنو هجي، اهو نوٽيس يا اشتهار ذريعي سيني واسطيدار ماڻهن کي روبرو يا سندن اختيار ڏنل عيوضين جي معرفت حاضر رهڻ لاءِ ۽ مقرر ڪيل وقت اندر اهڙي قسم جي عارضي نشان وسيلي جيڪي نوٽيس يا اشتهار ۾ ڏيکارڻا آهن، انهن حقن ۽ واسطن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ حڪم ڪري سگهي ٿو.

(٢) اهو شخص جنهن ڏانهن نوٽيس يا اشتهار جاري ڪيل آهن، سو جيڪڏهن ان حڪم جي تعميل ۾ ڪوتاهي ڪندو تہ روينيو عملدار ان تي پنجاهہ روپين تائين ڏنڊ وجهي سگهي ٿو.

## قلم- ١١٩. قبضيدارن ۽ ٻين واسطيدارن طرفان زمين جي ماپ يا درجي بنديءَ لاءِ مدد ڏيڻ:

(١) روينيو عملدار کي قانوني اختيار آهي تہ زمين جي سيني مالڪن ۽ ان ۾ ٻين واسطو رکندڙ ماڻهن کي، جنهن زمين سان سروي ماپ لاڳو ڪئي ويئي آهي، ان جي ماپ ۽ درجابندي ۾ مدد ڪرڻ لاءِ جهنڊيون کڻندڙ ۽ سنگلي ڇڪيندڙ مهيا ڪرڻ جو حڪم ڪري ۽ اهڙا زمين جا مالڪ مناسب ماڻهو جيڪي جهنڊيون کڻندڙ ۽ زنجير يعني سنگلي ڇڪيندڙ جو ڪم ڏيئي سگهن، انهن جي مهيا ڪرڻ لاءِ پابند رهندا.

(٢) جيڪڏهن زمين جا مالڪ، جهنڊين کڻڻ ۽ زنجير يا سنگلي ڇڪڻ لاءِ گهربل تعداد ۾ مناسب ماڻهو مهيا نہ ڪري سگهن ۽ جيڪڏهن ذڪر ڪيل ڪم جي مقصد لاءِ يا ڪنهن ٻئي ساڳئي مقصد لاءِ جو ماپ جي ڪم سان تعلق رکندو هجي، ڪرائي تي مزدور مقرر ڪرڻ ضروري سمجهيا وڃن تہ پوءِ اهو جائز ٿيندو تہ ان جو خرچ سيني اتفاقي خرچن سميت ان ماپ ڪيل زمين تي، اهڙن زمين جي مالڪن کان ڍل جي بقايا طور وصول ڪيو وڃي.

## قلم- ١٢٠. روينيو يا ديهہ جي عملدارن کان سواءِ ٻين پيشيور

ماڻهن کان سروي ڪرائڻ:

(١) جڏهن اهو ضروري سمجهيو وڃي تہ ماپ رونيو عملدارن ۽ ديهہ جي عملدارن کان سواءِ ڪنهن ٻئي اداري کان ڪرائي وڃي، جيڪو اهڙي ڌنڌي ۾ ماهر هجي تہ رونيو بورڊ پڌرنامو جاري ڪري جنهن ۾ هيٺيون ڳالهيون ڏيکاري:

(الف) ماپ ٿيندڙ مڪاني ايراضي ۽ ماپ جي نوعيت.

(ب) عملدارن جا نالا يا انهن جا عهدا، جيڪي ماپ ڪندا ؛ ۽

(ج) حد نشانن جو قسم، جو انهن عملدارن کي هٿئو آهي.

(٢) پڌرنامي جي تاريخ کان وٺي ان ۾ ڏيکاريل عملدارن کي ۽ انهن جي حڪمن هيٺ ڪم ڪندڙ شخصن کي ماپ جي مطلب خاطر اهي اختيار حاصل هوندا، جيڪي قلم ٣٠ هيٺ رونيو عملدار کي مليل آهن.

## قلم- ١٢١. رونيو بورڊ جا حد نرواري ۽ حد نشان لڳائڻ بابت قاعدن جوڙڻ جا اختيار:

(١) ڪنهن بہ مڪاني علائقي اندر سيني يا ڪن ديهن ۾ جنهن طريقي سان حد نرواري ڪرڻي آهي، ان طريقي متعلق ۽ انهن ديهن ۾ جيڪي حد نشان لڳائڻا آهن، انهن حد نشانن متعلق رونيو بورڊ قانون جوڙي سگهي ٿو.

(٢) هن قلم هيٺ جوڙيل قاعدن موجب ٻين ڳالهين سان گڏوگڏ حد نشانن جو قسم ۽ انهن جي بناوت لاءِ ڪم ايندڙ سامان مقرر ڪيو ويندو.

## قلم- ١٢٢. حد نشان مقرر ڪرڻ جو اثر:

(١) هن باب ۾ مٿي ذڪر ڪيل نهرائن هيٺ لڳايل حد نشان، باب ١٣ جي نهرائن جي پابندي سان هيٺين ڳالهين جي فيصلي ڪرڻ ۾ مددگار ٿيندا:

(الف) حد بندي يا حد نشان جي پوري بيهڪ بابت،

(ب) ڪاتيدارن جي حقن بابت، جي ان مقرر ڪيل حد نشان جي ٻنهي پاسن تي هجن،يعني جنهن زمين بابت فيصلو ڪيو ويو آهي تہ اها انهن مالڪن جي قبضيدارين سان تعلق رکي ٿي يا نہ.

(٢) جڏهن ڪا حد بندي ذڪر ڪيل نموني سان طئي ڪئي ويئي هجي تہ

ڪمشنر، حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان رونيو بورڊ طرفان ٺهيل قاعدن موجب ڪنهن بہ ڪاتيدار کي بي دخل ڪري سگهي ٿو، جيڪو ناجائز طور ڪنهن بہ زمين تي قابض آهي، جنهن جي حد بندي ڪندي فيصلو ڪيو ويو هجي تہ اها زمين هن جي ڪاتي سان يا ڪنهن ٻئي شخص جي ڪاتي سان تعلق نہ ٿي رکي، جنهن هيٺ يا معرفت، هو دعويٰ ڪري ٿو.

## قلم- ١٢٣. درياءَ وارين ديهن جي وچ ۾ نشان هڻڻ جا اختيار:

(١) جڏهن بہ هڪ يا ان کان وڌيڪ ديهون درياءَ جي چرپر ڪري ان هيٺ اچن ۽ اهڙين ديهن جون حدون ڪنهن قانون يا ڪنهن رواج يا دستور جي قاعدن موجب يا ڪنهن ڪورٽ يا ڪنهن واسطيدار اختياريءَ جي حڪم يا ڊڪري موجب ڦير ڦار ٿيڻ جوڳيون هجن، جيئن وقتا بہ وقتا درياءَ جي رُخ ڦرڻ ۽ اثر ڪري انهن ۾ ڦير ڦار ٿيندي رهي ٿي تہ رونيو بورڊ اهڙين ديهن يا انهن جي ڀاڱن جي وچ ۾ جيڪي درياءَ جي اثر هيٺ اچڻ جوڳيون هجن، انهن ديهن ۽ ڀاڱن وچ ۾ مستقل حد بندي مقرر ڪرڻ لاءِ حڪم ڪري سگهي ٿو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ ڪيل حڪم موجب ڪليڪٽر اهڙين ديهن يا انهن جي ڀاڱن جي وچ ۾ حد بندي مقرر ڪندو ۽ ان جي نرواري قلم ١١٧ جي ٺهرائن يا قلم ١٢١ هيٺ ٺهيل قاعدن موجب ڪندو.

(٣) اهڙي هر ڪا حد بندي ديهن جي تاريخي پس منظر ۽ واسطيدار ماڻهن جي حقن کي، جيڪي انهن ديهن جي زمين ۾ رکن ٿا، ڌيان ۾ رکندي اهڙي نموني مقرر ڪئي ويندي جيئن هرهڪ معاملي ۾ حق ۽ انصاف ٿئي.

(۴) اهڙي ڪابہ حد بندي مستقل نہ سمجهي ويندي، جيستائين اها ڪمشنر طرفان بحال نہ ٿئي.

سمجهاڻي : هن قلم ۽ قلم ١٢۴، ١٢٥ ۽ ١٢٦ هيٺ بيان ڪيل ”ڪمشنر“ جي وصف ۾ اهو رونيو عملدار شامل سمجهيو ويندو جنهن کي انهن قانونن ۽ ٺهرائن هيٺ ڪمشنر جا اختيار بجا آڻڻ لاءِ حڪومت طرفان مقرر ڪيو ويو هجي.

**قلم- ۱۲۴. درياءَ وارين ديهن جي وچ ۾ حد بنديءَ جو اثر:**

(۱) جيتوڻيڪ ڪنهن قانون يا رسم رواج يا ڪنهن ڪورٽ يا ڪنهن بي اختياريءَ جي حڪم يا ڊڪري ۾ ڪابه ڳالهه ٻيءَ طرح ڄاڻايل هجي پر ان جي باوجود قلم ۱۲۳ جي نهرائن موجب مقرر ڪيل حد بندي لڳائي ويندي، جيڪا مستقل هوندي ان سان متاثر ٿيل هرهڪ کاتو، زمين يا ديهه جي ڪنهن به پاڳي جي مالڪي ۽ ٻيا حق، جيڪي مقرر ڪيل حد بندي واري ليڪ جي ٻنهي پاسي واقع آهن، سي هن قلم جي نهرائن جي پابنديءَ سان ديهه جي انهن کاتيدارن جي حوالي ٿيندا، جيڪي ان حد بندي واري ليڪ جي طرف هوندا، جنهن تي اهڙي کاتي، زمين يا ديهه جو پاڳو واقع آهي.

(۲) جيڪڏهن پيٽي قلم (۱) تي عمل ڪرڻ سان ڪنهن به زمين جي مالڪيءَ جا يا ٻيا حق، جيڪا زمين حد نشانن لڳائڻ وقت آباديءَ هيٺ آهي يا واجبي حد تائين آباديءَ جي لائق آهي يا ڪا خاص قيمت واري پيداوار ڏئي ٿي، هڪ ديهه جي مالڪن يا ٻين حق رکندڙن کان ڦيرائي ٻيءَ ديهه جي زمين جي مالڪن کي ملن ته ڪليڪٽر لکيل حڪم ذريعي حڪم ڪندو ته اهڙي زمين جا حق قلم ۱۲۵، ۱۲٦ ۽ ۱۲۷ جي نهرائن جي پابندي سان تيسين منتقل نه ڪيا وڃن، جيسين اها زمين، جنهن متعلق حڪم ڪيو ٿو وڃي واجبي حد تائين آباديءَ جي لائق نٿي آهي يا ڪا خاص قيمت واري پيداوار نٿي ڏئي ۽ اهڙي حڪم ڪرڻ تي، اهڙي زمين ۾ حقن جي منتقلي ان موجب مهمل ٿيندي.

(۳) جڏهن پيٽي قلم (۲) هيٺ پاس ڪيل حڪم ۾ ڄاڻايل زمين جو ٽڪر واجبي حد تائين آباديءَ جي لائق نه ٿو رهي يا ڪا خاص پيداوار نٿو ڏئي ته اهو حڪم، جڏهن ڪليڪٽر لکيت ۾ اهڙي هدايت ڏيندو، ان زمين جي ٽُڪر متعلق عمل جوڳو نه رهندو.

(۴) ڪليڪٽر جو فيصلو ته پيٽي قلم (۲) جي مطلب لاءِ ڪو به زمين جو ٽُڪر آباديءَ جي لائق آهي يا نه، يا اهو خاص قيمت واري پيداوار ڏئي ٿو يا نٿو ڏئي، آخري هوندو.

## قلم- ١٢٥. حقن جي هڪدم منتقلي لاءِ درخواست:

جڏهن قلم ١٢۴ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ ڪو بہ حڪم ڪيو ويو هجي تڏهن زمين جا مالڪ يا انهن مان ڪي جن کي اهڙي حڪم جي پابنديءَ سان ڇاڻايل زمين جا حق سونپيا ويندا، سي ڪليڪٽر کي معاوضي جي ادائگي سان انهن حقن جي منتقلي لاءِ لکيت ۾ درخواست ڪري سگهن ٿا، جن حقن جي منتقلي اهڙي حڪم ذريعي مهمل ڪئي ويئي هئي.

## قلم- ١٢٦. معاوضي جو نبيرو ۽ ان موجب حقن جو ختم ٿيڻ:

(١) جڏهن قلم ١٢٥ هيٺ درخواست ڪئي وڃي تہ ڪيلڪٽر:

(الف) درخواست پڌڻ لاءِ ڪو ڏينهن مقرر ڪندو.

(ب) جن ماڻهن کي رڪارڊ ۾ قلم ١٢۴ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ ڪيل حڪم موجب ڇاڻايل زمين ۾ حق رکندڙ ڏيکاريو ويو آهي ۽ جيڪي ماڻهو ان زمين ۾ واسطيدار آهن يا واسطيدار هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، انهن سيني ماڻهن جي اطلاع لاءِ مذڪوره درخواست ۽ انهيءَ جي شنوائي لاءِ مقرر ڪيل ڏينهن بابت نوٽيس مٿن تعميل ڪرائيندو يا اشتهار ذريعي پڌرو ڪندو.

(ج) شنوائيءَ جي اهڙي مقرر ڪيل ڏينهن تي يا ڪنهن ٻئي ڏينهن تي، جيڪو وري مقرر ڪيو ويو هجي، زمين ۾ حقن متعلق جانچ ڪندو ۽ انهن سيني حقن بابت، جيڪي ان زمين ۾ قائم ٿيل سمجهيا وڃن، تن جو معاوضو انهن ماڻهن کي ڏياريندو جيڪي ان لاءِ جدا جدا حقدار آهن.

(د) درخواست ڪندڙ کي معاوضي واري سموري رقم جيڪا ان نموني ڏياري ويندي، تنهن بابت اطلاع ڪندو ۽ ان رقم کي ڪليڪٽر وٽ ان تاريخ تي يا انهيءَ کان ٻهرين جيڪا مقرر ڪئي وڃي جمع ڪرائڻ لاءِ هن کي حڪم ڪندو. جيتوڻيڪ هن پيٽي قلم ۾ جيڪي ڪجهہ بيان ڪيل آهي، ان جي باوجود ڪليڪٽر کي معاوضي جي فيصلي ڪرڻ کان اڳ ڪنهن بہ وقت پنهنجي مرضيءَ موجب اهڙي درخواست رد ڪرڻ جو قانوني اختيار آهي.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ معاوضو ڏيارڻ لاءِ ڪليڪٽر کي لئنڊ اڪيزيشن ايڪٽ، ١٨٩۴ع جي قلم ٢٣ ۽ ٢۴ جي نهرائن موجب عمل ڪرڻو پوندو

جيتري قدر اهي حالتن پٽاندر لاڳو ٿين.

(٣) جڏهن معاوضي جي سموري رقم، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيل نموني مطابق ڏيارڻ جو حڪم ڪيو ويو هجي، ڪليڪٽر وٽ جمع ڪرائي وڃي ته ان کان پوءِ ايندڙ مٿي مهيني جي پندرهين تاريخ تي قلم ١٤٤ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ پاس ڪيل حڪم تي عمل ختم ٿيندو ۽ ان ۾ ڄاڻايل حق منتقل ڪيا ويندا ۽ انهيءَ قلم جي پيٽي قلم (١) ۾ بيان ڪيل طريقي سان حوالي ٿيندا ۽ ڪيلڪٽر انهن ماڻهن کي معاوضو ڏيڻ شروع ڪندو جيڪي هن جي فيصلي هيٺ ڏار ڏار معاوضي وٺڻ جا حقدار آهن.

(٤) جيڪڏهن ڪوبه شخص، جيئن مٿي ذڪر ڪيل آهي، ان رقم وٺڻ کان انڪار ڪري ٿو ته، جيڪا رقم ڪيس مٿي ذڪر ڪيل نموني ڏياري ويئي آهي سا رقم سندس کاتي حڪومت جي خزاني ۾ جمع ڪرائي ويندي.

(٥) جڏهن قلم ١٢٤ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ ڪنهن به ڪيل حڪم جو عمل، ذڪر ڪيل قلم جي پيٽي قلم (٣) جي نهرائن هيٺ ختم ٿي وڃي ته ڪنهن به شخص جا اهڙي حڪم موجب مخصوص ڪيل سڀ حق ختم ٿي ويندا.

## قلم- ١٢٧. پاٽمرادو منتقلي متاثر نه ٿيندي :

قلم ١٢٤، ١٢٥ ۽ ١٢٦ جي نهرائن جي باوجود جڏهن ڪوبه شخص ڪنهن زمين ۾ ڪي حق رکندو هجي، جن بابت قلم ١٢٤ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ حُڪم ڪيو ويو آهي، پاٽمرادو ان ديهه جي زمين جي ڪن مالڪن کي منتقل ڪري ٿو، پر جيڪڏهن اهڙو حڪم نه ٿئي ها ته اهڙا حق ان قلم جي پيٽي پاڱي (١) جي عمل هيٺ حوالي ٿين ها، ته ان طرح سان منتقل ڪيل حق اهڙي حڪم جي پابندي کان هڪدم آزاد ٿي ويندا ۽ انهن زمين جي مالڪن جي حوالي ٿي ويندا، جن کي اهڙي نموني منتقل ڪيا ويا آهن.

## قلم- ١٢٨. منتقل ڪيل زمين جا حق، ان ديهه جي قبضيداريءَ جي شرطن جوڳا ٿيندا جنهن ڏانهن منتقل ڪيا ويا آهن:

انهيءَ حالت ۾، جڏهن قلم ١٢٤ جي نهرائن يا قلم ١٢٥، ١٢٦، ١٢٧ هيٺ

مالڪيءَ جا يا زمين ۾ ڪي ٻيا حق ڪنهن بہ هڪ ديهہ جي زمين مالڪن کان يا ٻين کان ڦيرائي ڪنهن ٻي ديهہ جي زمين جي مالڪن کي منتقل ڪيا ويا آهن تہ اهڙا حق قبضيداري سان لاڳو شرطن ۽ ٻين زير بارين جا پابند ٿيندا. جيڪي شرط ۽ زير باريون في الوقت ڪنهن مروج قانون يا دستور موجب ان ديهہ جي زمين جي مالڪن جي حقن سان لاڳو آهن، يا جن کي اهڙا حق اهڙي نموني ۾ منتقل ڪيا ويا آهن.

## قلم – ١٢٩. حد نشان ۽ ماپ جا نشان لڳائڻ ۽ مرمت جو خرچ:

(١) هن سلسلي ۾ رونيو بورڊ، حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان قاعدا جوڙيندو ۽ انهن جي پابندي سان حد بندي ۽ سروي نشان، زمين سان واسطو رکندڙ انهن ماڻهن جي خرچ تي لڳايا ويندا يا مرمت ڪيا ويندا، جن حدن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ اهي گهربل آهن. پر ڪن حالتن ۾ حڪومت حڪم ڪري سگهي ٿي تہ نشان لڳائڻ جو خرچ حڪومت طرفان برداشت ڪيو وڃي يا اهو ديهہ جي عملدارن جي سيس جي وصولي مان ڏنو وڃي.

(٢) ديهہ جي عملدارن جو اهو فرض آهي تہ ديهہ جي اندر حد نشان ۽ سروي نشان ڊاهڻ يا ناجائز ڦير ڦار کي روڪين.

## قلم– ١٣٠ . حڪومت طرفان ڪيل خرچ جي وصولي:

(١) جيڪڏهن رونيو عملدارن طرفان حڪم ڪرڻ جي باوجود ٽيهن ڏينهن اندر واسطيدار ماڻهو حد نشان يا حد بندي لڳائڻ يا مرمت ڪرائڻ ۾ ناڪام وڃي ٿو تہ اهڙيءَ صورت ۾ رونيو عملدار اهي ڪم پاڻ ڪرائيندو.

(٢) جيڪڏهن رونيو عملدار حد نشان يا حد بندي يا سروي نشان لڳرائي ٿو يا مرمت ڪرائي ٿو تہ هو قلم ١٢٩ هيٺ ڏنل هدايتن يا ڪن ٻين قاعدن جي پابندي سان زمين ۾ واسطو رکندڙ ماڻهن ۾ خرچ جي ورهاست اهڙي نموني ۾ ڪندو، جيئن هو مناسب سمجهي ۽ پڪ ڪري ڪليڪٽر ڏانهن موڪليندو.

(٣) ڪليڪٽر اهڙن ماڻهن کان خرچ ڍل جي بقايا وانگر وصول ڪندو.

## قلم– ١٣١. حدن ۽ سروي نشانن جي سنڀال جي جوابداري:

زمين جو مالڪ پنهنجي کاتي جي حد نشان ۽ سروي نشانن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ۽ چڱي حالت ۾ رکڻ لاءِ ۽ روينيو عملدار طرفان انهن جي ڦير ڦار، يا مرمت تي ڪيل خرچ جي پرڻ لاءِ ذميوار رهندو.

## قلم- ۱۳۲. حد نشانن يا سروي نشانن جي ڀڃ ڊاهه، خاتمي يا نقصان بابت اطلاع:

هر ديهه تي مقرر ڪيل ديهه عملدار، ديهه ۾ قانوني طور لڳايل حد نشانن يا سروي نشانن جي ڀڃ ڊاهه، اکيڙڻ يا ڪدي ڇڏڻ يا انهن کي پهتل نقصان بابت روينيو عملدار کي اطلاع ڏيڻ لاءِ پابند رهندو.

## قلم- ۱۳۳. زمين جي ماپ يا سروي جو بنياد چورس يا مستطيل نموني تي رکجي:

(۱) سواءِ ان جي جڏهن روينيو بورڊ يا حڪومت جي اڳوات منظوريءَ سان ڪي خاص قاعدا ٺاهيا هجن،يا انهن ۾ خاص طرح سان ٻئي نموني ڄاڻايل آهن، تن کان سواءِ زمين جي ماپ يا سروي چورس نموني تي يا مستطيل جي بنياد تي ڪئي ويندي ۽ ڪوبه سروي نمبر يا خسري نمبر هڪ ايڪڙ کان گهٽ ايراضي تي نه ٺاهيو ويندو.

(۲) پيٺي قلم (۱) هيٺ ٺهيل قاعدا سروي نمبرن، پيٺي نمبرن يا خسري نمبرن ورهائڻ بابت پابندين جي وضاحت ڪري سگهن ٿا.

## قلم-۱۳۴. ڏنڊ:

(۱) جيڪڏهن ڪوبه شخص ڄاڻي واڻي ڪنهن حد نشان يا سروي نشان کي ڊاهي ٿو يا نقصان رسائي ٿو يا ڪنهن جائز اختيار کان سواءِ حد نشان يا سروي نشان کي، جو قانوني طور لڳايو ويو هجي، ڪدي ڇڏي ٿو ته ان کي روينيو عملدار طرفان حڪم ڪري سگهجي ٿو ته هرهڪ نشان لاءِ، جو ڊاهيو ويو هجي يا جنهن کي نقصان رسايو ويو هجي يا ڪديو ويو هجي، ايترو ڏنڊ ڏئي جو پنجاهه روپين کان وڌيڪ نه هوندو ۽ جيڪو روينيو عملدار جي خيال مطابق اهڙي نشان کي اصلي حالت ۾ آڻڻ جي خرچ لاءِ ضروري هجي ۽ جنهن شخص ڀڃ ڊاهه يا

نقصان يا ڪدي ڇڏڻ جو اطلاع ڏنو هجي، ان کي انعام ڏيڻ لاءِ ضروري هجي.

(٢) هن قلم هيٺ ڏنڊ ڪان سواءِ پاڪستان پينل ڪوڊ (ايڪٽ XLV. ١٨٦٠ع) جي قلم ۴٣۴ هيٺ ڪيس داخل ڪرڻ تي ڪابہ پابندي نہ هوندي.

# باب يارهون

## ورهاست

### قلم - ١٣٥. ورهاست لاءِ درخواست:

زمين جو ڪوبہ گڏيل يعني حصيدار مالڪ رونيو عملدار کي پنهنجي زمين جي حصي جي ورهاست لاءِ درخواست ڪري سگهي ٿو جيڪڏهن:

(الف) درخواست واري تاريخ تي اهو حصو باب ڇهين موجب هن جي ملڪيت طور ڏيڪاريل آهي؛ يا

(ب) ان حصي ۾ هن جو حق ڊڪري موجب  وجود ۾ آيو آهي، جيڪو ان تاريخ تائين قائم آهي يا سيني واسطو رکندڙ ماڻهن اهڙي حق جي هائوڪار يا انڪار کي لکيت ۾ تسليم ڪيو آهي.

(ج) اهڙي حق کي مڃڻ يا نہ مڃڻ وارن سيني واسطيدار ماڻهن انهيءَ حق کي لکيت ۾ تسليم ڪيو آهي.

### قلم -١٣٦. ورهاست تي بندش ۽ پابنديون:

قلم ـ ١٣٥ جي نهرائن جي باوجود:

(الف) عبادت گاهون ۽ قبرستان جيڪي ورهاست کان اڳ عوام جي ملڪيت هئا سي ورهاست کان پوءِ بہ ساڳي حالت ۾ رهنداءِ؛

(ب) هيٺ ڏيڪاريل ملڪيتن مان ڪنهن بہ هڪ جي ورهاست کان انڪار ڪري سگهجي ٿو، جيڪڏهن رونيو عملدار جي خيال موجب اهڙي ملڪيت جي ورهاست حصيدارن ۽ بين سڌيءَ طرح يا اڻ سڌي طرح واسطو رکندڙ ماڻهن لاءِ ڏکيائي پيدا ڪري يا انهن ماڻهن لاءِ ان جي ڪپت ۾ ڪمي آڻي جهڙوڪ:

١. ڪوبہ بند، واٽر ڪورس، کوهہ، يا تلاءُ ۽ ڪابہ زمين جنهن تي اهڙي ڪم لاءِ پاڻي مهيا ڪرڻ جو مدار هجي،

(ب) ڪوبہ چراگاهہ ۽

(ج) ڪابہ زمين جا شهر يا ڳوٺ جي رهندڙن جي آسائش جي مطلب لاءِ والاريل آهي.

### قلم- ١٣٧. ورهاست لاءِ درخواست جو اطلاع:

درخواست جيڪا قلم ١٣٥ هيٺ ونبي جيڪڏهن اها درخواست درست آهي ۽ سنڌ لئنڊ رونيو رفارمس ريگيوليشن يعني مارشل لاريگيوليشن ٦۴ جي نهرائن جي خلاف نہ آهي ۽ ان تي ظاهري طرح ڪوبہ اعتراض نہ هجي تہ رونيو عملدار ان جي ٻڌڻ لاءِ تاريخ مقرر ڪندو؛ ۽

(الف) درخواست بابت ۽ اهڙي مقرر ڪيل ڏينهن جو اطلاع نوٽيس ذريعي رڪارڊ ۾ ڏيکاريل اهڙن حصيدارن ڏانهن جاري ڪرائي تعميل ڪرائيندو، جيڪي درخواست ۾ شريڪ نہ ٿيا آهن؛ ۽

(ب) جيڪڏهن رونيو عملدار مناسب سمجهي تہ ٻين ماڻهن جن کي هو سڏيءَ طرح يا انهيءَ سڏيءَ طرح درخواست سان واسطو رکندڙ سمجهي ٿو، انهن جي معلومات لاءِ انهن تي نوٽيس تعميل ڪري يا اشتهار ذريعي پڌرو ڪري.

## قلم - ١٣٨. درخواست ۾ ٻين ڌرين کي شامل ڪرڻ:

قلم- ١٣٧ هيٺ درخواست ٻڌڻ لاءِ مقرر ڪيل تاريخ تي يا ڪنهن ٻئي ڏينهن تي، جنهن لاءِ شنوائي وري مقرر ڪئي ويئي هجي، رونيو عملدار معلوم ڪندو تہ ڇا ٻيا بہ ڪي حصيدار پنهنجي حصي جي ورهاست ڪرڻ لاءِ خواهش رکن ٿا ۽ جيڪڏهن ڪوبہ انهن مان اهڙي خواهش ڏيکاري تہ هو انهيءَ کي ورهاست لاءِ درخواست ڪندڙ طور شامل ڪندو.

## قلم - ١٣٩. ورهاست جي نامنظوري:

اهڙن حصيدارن کان يا ٻين ماڻهن کان، جيڪي ان ڏينهن تي حاضر ٿيا هجن، پڇا ڪرڻ کان پوءِ رونيو عملدار جيڪڏهن ان خيال جو آهي تہ ورهاست جي اجازت نہ ڏيڻ لاءِ ڪافي ۽ مناسب سبب موجود آهي، تہ اهڙي نامنظوري لاءِ پنهنجا سبب رڪارڊ ڪندي درخواست رد ڪري.

## قلم -١۴٠. درخواست قبول ڪرڻ بعد طريقۂ ڪار:

جيڪڏهن رونيو عملدار قلم ـ ١٣٩ هيٺ درخواست رد نٿو ڪري تہ پوءِ هو واسطيدار ڌرين جي وچ ۾ تڪراري معاملن بابت ڇاڻ حاصل ڪندو ۽ اهو فرق معلوم ڪندو تہ :

(الف) ملڪيت جنهن جي ورهاست جي گهر ڪئي ويئي آهي. تنهن جي مالڪيءَ جا حق.

(ب) زير ورهاست ملڪيت بابت مسئلا ۽ ورهاست جو طريقو.

## قلم - ۱۴۱. ورهاست هيٺ ملڪيت جي مالڪيءَ جو اُڪلاءُ:

(۱) جڏهن ڪنهن اهڙي ملڪيت بابت جنهن جي ورهاست جي گهر ڪئي ويئي آهي، ان بابت مالڪيءَ جو تڪرار هجي تہ رونيو عملدار ورهاست جي درخواست ايستائين منظور ڪرڻ کان پاسو ڪري، جيستائين ان تڪرار جو ڪنهن بااختيار ڪورٽ طرفان فيصلو ڪيو وڃي، يا عملدار خود پاڻ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪارروائيءَجو آغاز ڪري جو ڄڻ تہ هو خود اهڙي ڪورٽ آهي.

(۲) جتي رونيو عملدار پاڻ سول ڪورٽ جي حيثيت ۾ مالڪيءَ جي مسئلي جو نبيرو ڪرڻ لاءِ ڪارروائي نٿو ڪري تہ، هو ان لاءِ پاڻ سبب رڪارڊ ڪري، هڪڙيءَ ڌر کي جيڪا هو ڄاڻائي، ان کي حڪم ڪري تہ سندس حڪم ۾ ڄاڻايل تاريخ جيڪا هو مقرر ڪري، ان کان وٺي اهڙي عرصي اندر جيڪو نوي (۹۰) ڏينهن کان وڌيڪ نہ هجي، سول ڪورٽ ۾ مسئلي بابت فيصلو وٺڻ لاءِ دعويٰ داخل ڪري.

(۳) واسطيدار ڌر طرفان سول دعويٰ داخل ڪرڻ تي رونيو عملدار ورهاست لاءِ ڪيل درخواست تي وڌيڪ عمل کي ايستائين روڪي ڇڏيندو، جيستائين مذڪوره سول ڪورٽ طرفان فيصلو ڪيو وڃي ۽ ان فيصلي جي ڪاپي هن وٽ پيش نہ ٿئي.

(۴) پر جيڪڏهن واسطيدار ڌر مقرر وقت اندر سول دعويٰ ڪرڻ ۾ ناڪام وڃي تہ، رونيو عملدار ورهاست لاءِ خود ڪارروائي ڪري مالڪيءَ جو نبيرو ڪري سگهي ٿو.

(۵) جتي رونيو عملدار پاڻ تڪرار جي فيصلي لاءِ ڪارروائي ڪري تہ هيٺيان قاعدا لاڳو ٿيندا، جهڙوڪ:

(الف) جيڪڏهن تڪرار اهڙو آهي، جنهن تي رونيو ڪورٽ کي اختيار آهي تہ رونيو عملدار، رونيو ڪورٽ وانگر وقت جي مروج قانون هيٺ ڪارروائي ڪندو.

(ب) جيڪڏهن تڪرار اهڙو آهي، جنهن تي سول ڪورٽ کي اختيار آهي تہ پوءِ رونيو عملدار جو طريقہ ڪار اهو ساڳيو ٿيندو جيڪو سول ڪورٽ طرفان

اصلي دعويٰ جي هلائڻ سان لاڳو ٿيندو ۽ هو اهڙي فتويٰ ۽ ڊڪري جاري ڪندو جنهن ۾ سول پروسيجر ڪوڊ ١٩٠٨ع موجب گهربل تفصيل درج ٿيل هوندا.

(ج) رونيو عملدار طرفان فقري (ب) هيٺ جاري ڪيل ڊڪريءَ جي خلاف اپيل ائين ڪئي ويندي، جڻ اها ڊڪري سول جج طرفان اصلي دعويٰ ۾ جاري ڪيل آهي.

(د) اهڙي اپيل داخل ڪرڻ تي ڊسٽرڪٽ ڪورٽ يا هاءِ ڪورٽ، جيئن حالت هجي، رونيو عملدار ڏانهن منع نامو جاري ڪري سگهي ٿي، جنهن ۾ ڪارروائي کي اپيل جي نيڪال تائين مهمل ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيل هوندو.

(هـ) ضلعي ڪورٽ طرفان ڪيل فيصلي ۽ جاري ڪيل ڊڪري خلاف وڌيڪ اپيل هاءِ ڪورٽ ۾ ڪئي ويندي، بشرطيڪ اهڙي وڌيڪ اپيل لاءِ مروج قانون هيٺ اجازت ڏني ويئي هجي.

## قلم - ١٤٢. ٻين مسئلن جو نبيرو:

(١) جڏهن زير ورهاست ملڪيت بابت يا ورهاست جي طريقهءِ ڪار بابت ڪو تڪرار هجي تہ ان صورت ۾ رونيو عملدار مناسب تحقيق ڪان پوءِ جيڪو ضروري سمجهي، انهي تڪرار بابت پنهنجو فيصلو لکندو ۽ ان فيصلي لاءِ سببن جي وضاحت ڪندو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ ڏنل حڪم خلاف اپيل ان حڪم جي جاري ٿيڻ واري تاريخ کان وٺي ٽيهن ڏينهن اندر ڪري سگهجي ٿي ۽ جيڪڏهن اهڙي اپيل ڪئي ويئي آهي ۽ ان جي داخلا جي تصديق رونيو عملدار کي انهي اختياريءَ طرفان ملي چڪي آهي، جنهن وٽ اپيل ڪئي ويئي آهي تہ رونيو عملدار وڌيڪ ڪارروائي کي اپيل جي نيڪال تائين روڪي ڇڏيندو.

(٣) جيڪڏهن ورهاست لاءِ درخواست ڪندڙ هن قلم هيٺ جاري ڪيل اصلي يا اپيل واري حڪم مان خوش نہ آهي ۽ انهن ڪارروائين تان جن سان سندس ورهاست جو تعلق آهي، هٿ ڪڻڻ جي درخواست ڪري ٿو تہ، هن کي اهڙن شرطن تي جيڪي رونيو عملدار مناسب سمجهي، هٿ ڪڻڻ جي اجازت ڏني ويندي.

(٤) جڏهن هڪ درخواست ڪندڙ پيٽي قلم (٣) جي نهرائن هيٺ هٿ ڪڻي ٿو پر ٻيا درخواست ڪندڙ ڪارروائين کي جاري رکڻ لاءِ خواهش ظاهر ڪن ٿا تہ

اهڙيءَ صورت ۾ رونيو عملدار اُن حد تائين ڪارروائي ڪي جاري رکندو جنهن سان باقي درخواست ڪندڙن جو واسطو آهي.

## قلم - ۱۴۳. ورهاست کان خارج ملڪيت جو انتظام:

جڏهن ڪا اهڙي ملڪيت، جنهن جو ذڪر قلم ۱۳۶ جي فقري (ب) ۾ ڪيل آهي ورهاست کان خارج آهي تہ رونيو عملدار ان ملڪيت جي حصيدارن ۽ ٻين واسطيدار ماڻهن طرفان ان جي استعمال ۽ ان مان فائدي حاصل ڪرڻ جي بنسبت طريقہءِ ڪار مقرر ڪندو ۽ ان تي جيڪو خرچ ٿيندو يا ان مان جيڪو فائدو حاصل ٿيندو اهو ترتيبوار انهن سڀني ماڻهن يا انهن مان جن کي خرچ پرڻو آهي يا فائدو حاصل ٿيڻو آهي، هر هڪ جي حصي موجب ڀاڱو مقرر ڪندو.

## قلم -۱۴۴. ورهاست کان پوءِ ڍل ۽ ڪرائي جي ورڇ:

(۱) ڍل جي رقم، جيڪا هر ان کاتي لاءِ ڏيڻي آهي، جن ۾ زمين ورهاست موجب تقسيم ڪئي وئي آهي، سا ورهاست ڪندڙ رونيو عملدار طرفان مقرر ڪئي ويندي.

(۲) پيٽي قلم (۲) هيٺ رونيو عملدار طرفان هرهڪ کاتي لاءِ وصول ٿيڻ جوڳي ڍل متعلق فيصلو، جيڪڏهن اها ديهہ، جنهن ۾ اهو کاتو يا زمين واقع آهي مقرر ڍل ڏيڻ جي پابند آهي، تہ اهو فيصلو قلم ٦٧ جي پيٽي قلم (۱) هيٺ ڪيل سمجهيو ويندو.

(۳) جڏهن ورهاست سبب نيون ديهون وجود ۾ آيون هجن ۽ انهن ۾ ڍل نڳي يا غلط طريقي سان ورڇ ڪئي ويئي هجي تہ رونيو بورڊ اهڙي نڳي يا غلطيءَ جي ملڻ واري وقت کان وٺي ۱۲ سالن اندر سڀني ديهن جي ڍل جي نئين ورڇ بابت هر هڪ ديهہ جي صافي پيداوار جي تخميني جي بنياد تي ٻيهر حڪم ڪندو، جيڪو تخمينو ورهاست جي وقت پيداوار جي باري ۾ پڪي ثابتي ۽ معلومات جي آڌار تي تيار ڪيو ويندو هو.

## قلم - ۱۴۵. ورهاست جو دستاويز:

جڏهن ورهاست پوري ڪئي وڃي تہ رونيو عملدار ورهاست جو دستاويز تيار

ڪرائيندو ۽ جنهن تاريخ تي ورهاست عمل هيٺ ايندي سا ان ۾ ڄاڻائيندو.

### قلم - ۱۴۶. ورهاست ۾ آيل ملڪيت جو قبضو ڏيڻ:

اهو ڪاتيدار جنهن کي زمين ورهاست جي ڪارروائي موجب ڏني ويئي آهي، سو ڪارروائيءَ جي ٻين ڌرين ۽ انهن جي قانوني عيوضين جي مقابلي ۾ ان جي قبضي جو حقدار ٿيندو ۽ رونيو عملدار اهڙي ڪنهن بہ مالڪ طرفان ڪنهن بہ وقت قلم ۱۴۵ هيٺ ورهاست جي دستاويز ۾ درج ٿيل تاريخ کان ونءِ ٽن سالن اندر ڪيس ان مطلب لاءِ ڪيل درخواست تي دستاويز کي عملي شڪل ڏيندو جو ڄڻ اهو غيرمتحرڪ ملڪيت جي ڊڪري آهي.

### قلم - ۱۴۷. خانگي طرح ڪيل ورهاست جي بحالي:

(۱) جنهن حالت ۾ ورهاست، رونيو عملدار جي دخل اندازي کان سواءِ ڪئي ويئي آهي تہ ان حالت ۾ ورهاست وارين ڌرين مان ڪابہ ڌر رونيو عملدار کي ورهاست جي بحاليءَ جو حڪم ڪرڻ لاءِ درخواست ڏيئي سگهي ٿي.

(۲) درخواست ملڻ تي رونيو عملدار معاملي جي تحقيق ڪندو ۽ جيڪڏهن هن کي معلوم ٿئي تہ ورهاست سچ پچ ڪئي ويئي آهي تہ هو ان جي بحاليءَ جو حڪم جاري ڪري سگهي ٿو ۽ قلم ۔ ۱۴۳، ۱۴۴، ۱۴۵ ۽ ۱۴۶، هيٺ يا انهن مان ڪن بہ قلمن هيٺ، جيئن حالتون اجازت ڏين، ساڳئي نموني ۾ ڪارروائي ڪري سگهي ٿو، ڄڻڪ ورهاست هن باب هيٺ ڪيس مليل درخواست تي ڪئي ويئي هئي.

### قلم- ۱۴۸. ورهاست تي آيل خرچ بابت قاعدن ناهڻ جو اختيار:

رونيو بورڊ، حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان هن باب هيٺ ورهاست جو خرچ مقرر ڪرڻ ۽ ان جي حصي رسد موجب ورڇ ڪرڻ جي طريقيءِ ڪار بابت قاعدا تيار ڪري سگهي ٿو.

### قلم - ۱۴۹. عام رواج موجب زمين جي نئين سر ورهاست:

جڏهن قائم ڪيل رواج موجب، ديهہ ۾ ڪابہ زمين ڪنهن عرصي بعد نئين سر ورهاست جوڳي هجي تہ رونيو عملدار ڪنهن بہ مالڪ جي درخواست تي رواج

موجب نئين ورهاست کي عمل هيٺ آڻي سگهي ٿو ۽ هن مطلب لاءِ رونيو عملدار جا سمورا يا ڪي اختيار ورهاست جي ڪارروائي ۾ استعمال ڪري سگهي ٿو.

## قلم - ١٥٠. عملدار جن کي هن باب هيٺ اختيار ڏنا وڃن:

جنهن رونيو عملدار طرفان هن باب هيٺ ڪارروائي ڪئي وڃي، اهو رونيو عملدار ، اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ پهرئين کان گهٽ درجي جو نہ هوندو.

# باب ٻارهون

## تياڪڙ يا امانتي فيصلو

### قلم - ١٥١. امينن ڏانهن فيصلي موڪلڻ جا اختيار:

(١) ڪوبہ رونيو عملدار ڌرين جي راضپي سان اهڙو تڪرار جو هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن بہ معاملي متعلق هن آڏو پيش ٿيو هجي، امينن ڏانهن موڪلي سگهي ٿو.

(٢) ڪليڪٽر يا اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ - I. ڌرين جي رضامندي ڪان سواءِ هينين معاملن بابت ڪوبہ تڪرار امينن ڏانهن موڪلي سگهي ٿو:

(الف) اهو معاملو جنهن جي داخلا باب ڇهين هيٺ ڪنهن بہ رڪارڊ يا رجسٽر ۾ رکڻي آهي.

(ب) اهو معاملو جيڪو قلم - ٦٧ هيٺ ڏل جي ورهاست سان تعلق رکندو هجي.

(ج) ڪنهن بہ ديهہ يا ڪنهن بہ ڪاتي،سروي نمبر يا ديهہ جي حدن جي ٻئي پاڳي جون حدون.

(د) ملڪيت جنهن جي ورهاست جي وقت ورچ ڪرڻي آهي يا ورهاست ڪرڻ جو طريقہءِڪار.

### قلم- ١٥٢. حوالي جو حڪم ۽ ان جو متن:

١ امينن ڏانهن تڪراري معاملو موڪلڻ وقت رونيو عملدار جيڪو حڪم جاري ڪندو ان ۾ امينن ڏانهن موڪليل معاملي جو تت، امينن جو تعداد جيڪا هر هڪ تڪراري ڌر مقرر ڪندي، مدو جنهن اندر امين مقرر ٿيڻا آهن ۽ مدو جنهن اندر فيصلو ڏيڻو آهي، ڏيکاريندو.

(٢) امينن جو تعداد جيڪو هرهڪ ڌر مقرر ڪندي سو هر حالت ۾ ساڳيو هوندو ۽ اهو ٻن کان وڌيڪ نہ هوندو.

(٣) جيڪڏهن ڪنهن سبب امين مقرر نہ ڪيا ويا هجن يا فيصلو حڪم ۾ ڏنل عرصي اندر نہ ڏنو وڃي تہ رونيو عملدار وقت بہ وقت عرصو وڌائيندو رهي يا فيصلي ڪرڻ جو حڪم رد ڪري.

### قلم - ١٥٣. امينن جي مقرري:

(١) جڏهن رجوعات جو حڪم ڪيو وڃي تہ هرهڪ ڌر حڪم ۾ ڄاڻايل امينن

جو تعداد مقرر ڪندي ۽ رونيو عملدار پڻ هڪ وڌيڪ امين مقرر ڪندو.

(٢) رونيو عملدار ڪن سببن ڪري، جيڪي لکيت ۾ هجن، ڪنهن به ڌر جي ڪيل مقرري کي رد ڪرڻ جو حڪم ڪري سگهي ٿو ۽ انهيءَ ڌر کي حڪم ۾ جيڪو عرصو ڏيکاريو وڃي، ان جي اندر ٻي مقرري ڪرڻ جو حڪم ڪري سگهي ٿو.

(٣) پيٽي قلم (٢) هيٺ ڪيل حڪم آخري ٿيندو.

## قلم - ١٥٤. ڌرين طرفان امينن ۾ ڦير گهير:

جيڪڏهن ڪنهن ڌر طرفان مقرر ڪيل امين مري ٿو وڃي، يا استعيفيٰ ڏيڻ جي خواهش ٿو ڪري يا امين انڪار ڪري ٿو ڇڏي يا ڪم ڪرڻ کان لاچار ٿي وڃي ته اها ڌر ان جي بدران ٻيو شخص مقرر ڪري سگهي ٿي.

## قلم - ١٥٥. رونيو عملدارن طرفان امينن جو مقرر ڪرڻ ۽ انهن ۾ ڦير گهير:

هيٺين حالتن ۾ ڪئي ويندي :

(الف) جيڪڏهن ڌريون قلم ١٥٣ جي پيٽي قلم (١) هيٺ رجوعات جي حڪم ۾ مقرر ڪيل عرصي اندر امين مقرر ڪري نه سگهن، يا

(ب) جيڪڏهن قلم ١٥٣ جي پيٽي قلم (٢) هيٺ امينن جي مقرري کي رد ڪيو ويو هجي ۽ ٻيو امين ساڳئي پيٽي قلم هيٺ ڪيل حڪم ۾ ڏيکاريل عرصي اندر نه مقرر ڪيو ويو هجي: يا

(ج) ڪا ڌُر جيڪا قلم ١٥٤ هيٺ ڪنهن امين جي جاءِ تي نئون امين مقرر ڪرڻ جي حقدار آهي، اها جيڪڏهن ڪيس مليل نوٽيس، جنهن ۾ ڪيس امين جي مقرر ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو هو، ان جي تاريخ کان هڪ هفتي اندر امين مقرر ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪري: يا

(د) جيڪڏهن رونيو عملدار طرفان مقرر امين مري وڃي يا استعيفا ڏيڻ جي خواهش ڪري يا انڪار ڪري يا اهڙي فرض جي ادائگي کان لاچار ٿي پوي، ته رونيو عملدار ڪنهن به شخص کي امين مقرر ڪري سگهي ٿو.

## قلم - ١٥٦. امينن آڏو حاضري لاءِ نوٽيس ڪڍڻ:

(١) رونيو عملدار امينن جي درخواست تي ڌرين ۽ شاهدن، جن ڪان امين پڇا ڪرڻ لاءِ خواهش ڪندا، تن کي اهڙيءَ طرح نوٽيس جاري ڪندو، جيئن هو پنهنجي آڏو هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن بہ ڪارروائي ۾ جاري ڪندو آهي.

(٢) ڪابہ اهڙي ڌر يا ڪوبہ شاهد، امينن جي آڏو،پيٽي قلم (١) هيٺ جاري ڪيل نوٽيس جي پوئواري ۾ روبرو يا عيوضيءَ جي معرفت، جيئن امينن گهر ڪئي هجي حاضر رهڻ لاءِ ٻڌل رهندا.

(٣) نوٽيس جي پوئواري ۾ حاضر ٿيندڙ شخص، ڪنهن بہ معاملي بابت، جنهن بابت هن ڪان پڇا ڪئي وڃي يا بيان ورتو وڃي سچ چوڻ لاءِ ٻڌل رهندو ۽ اهڙا دستاويز ڪاغذ پٽ وغيره ۽ ٻيون شيون، جيڪي اهڙي معاملي سان واسطو رکندايون هجن ۽ جيڪي نوٽيس ۾ ڄاڻايل هجن، پيش ڪندو.

## قلم - ١٥٧. امينن جو فيصلو ۽ ان جو پيش ڪرڻ:

(١) امين پنهنجن هٿ اکرن سان ان معاملي بابت فيصلو لکندا، جيڪو انهن ڏانهن نبيري لاءِ موڪليو ويو هجي ۽ ان متعلق سبب پڻ بيان ڪندا. پر جيڪڏهن انهن مان ڪو امين، اڪثريت سان ڪيل فيصلي ڪان مختلف راءِ رکندو تہ هو پنهنجي اختلاف راءِ جا سبب قلمبند ڪندو.

(٢) امين پنهنجو ڪيل فيصلو رونيو عملدارکي روبرو يا عيوضيءَ جي معرفت پيش ڪندا، يا اهو هن ڏانهن رجسٽرڊ پوسٽ ذريعي موڪليندا.

## قلم - ١٥٨. فيصلي پيش ڪرڻ بعد طريقهٔ ڪار:

(١) جڏهن فيصلو پهچي وڃي تہ رونيو عملدار ان تي ويچار ڪرڻ لاءِ تاريخ مقرر ڪندو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ مقرر ڪيل تاريخ تي يا ڪنهن ٻي اهڙيءَ ايندڙ تاريخ تي، جنهن تي شنوائي مقرر ڪئي وڃي، رونيو عملدار ڌرين طرفان فيصلي بابت پيش ڪيل اعتراض ٻڌندو.

## قلم - ١٥٩. فيصلي جو نتيجو:

(١) رونيو عملدار فيصلي کي قبول ڪري يا ڦيرائي يا رد ڪري سگهي ٿو ۽ ائين ڪرڻ لاءِ امين طرفان موڪليل تڪراري معاملي متعلق ڪيل فيصلي بابت پنهنجا سبب ڄاڻائيندو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ رونيو عملدار طرفان ڪيل فيصلي خلاف اپيل ائين ڪئي ويندي، ڄڻ ته امين مقرر ئي نه ڪيا ويا هئا.

## قلم-١٦٠. آربيٽريشن ايڪٽ امين جي ڪيل فيصلي سان لاڳو نه ٿيندو:

آربيٽريشن ايڪٽ ١٩٤٠ع ۾ ڏنل جيڪي ڪجهه آهي، سو هن باب هيٺ ڪنهن به امانتي فيصلي سان لاڳو نه ٿيندو.

# باب تيرهون

# اپيل ۽ نظرثاني

## قلم ـ ١٦١. اپيلون:

١. هن ايڪٽ ۾ جيڪڏهن ٻيءَ طرح ڄاڻايل نہ آهي،تہ پوءِ روينيو عملدار جي اصلي يا اپيل ۾ ڪيل حڪم جي خلاف اپيل هيٺين موجب ٿيندي، جهڙوڪ:

(الف) جيڪڏهن اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ - I کي، اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ - II، طرفان حڪم ڪيل آهي ۽

(ب) ڪليڪٽر جي روبرو جڏهن حڪم اسسٽنٽ ڪليڪٽرI طرفان ڪيو ويو هجي.

(ج) ڪمشنر کي جڏهن حڪم ڪليڪٽر طرفان ڪيو ويو هجي.

(د) روينيو بورڊ جي روبرو صرف قانوني نقطي تي، جڏهن حڪم ڪمشنر طرفان ڪيو ويو هجي،

پر شرط هي آهي تہ :

(١) جڏهن ٻهرين اپيل تي، اصل حڪم بحال ڪيو ويو هجي تہ وڌيڪ اپيل نہ ٿيندي.

(٢ ) جڏهن اهڙو حڪم اپيل ڪرڻ تي ڪليڪٽر طرفان سڌاريو يا بدلايو وڃي تہ ڪمشنر وٽ ٿيل اپيل جو فيصلو آخري ٿيندو.

(٣) ڪابہ اپيل يا حڪم تيسين بحال نہ ڪيو ويندو، يا نہ سڌاريو ويندو ۽ نہ وري بدلايو ويندو، جيسين ان ڪان متاثر ٿيندڙ ڌرين کي حاضر رهڻ لاءِ مناسب نوٽيس نہ ڏنو ويو آهي ۽ کين اپيل ۾ چڪايل حڪم جي تائيد يا مخالفت ۾ ٻڌو نہ ويو آهي.

(٤) روينيو بورڊ ڪان سواءِ ڪنهن بہ روينيو عملدار کي اپيل وارو ڪيس ڪنهن هيٺين اختياري ڏانهن نئين سر ٻڌڻ لاءِ واپس ڪرڻ جو اختيار نہ آهي.

## قلم - ١٦٢. اپيلن ڪرڻ جو مدو:

ان ڪان سواءِ جو هن ايڪٽ ۾ ٻي طرح ڄاڻايل هجي، قلم ١٦١ هيٺ اپيل جو مقررڪيل مدو يا عرصو اپيل ۾ ڄاڻايل حڪم جي تاريخ ڪان شروع ٿيندو ۽ اهو:

(الف) ٽيهن ڏينهن تائين ٿيندو جڏهن اپيل ڪليڪٽر وٽ ڪئي وڃي.

(ب) اهو مدو سٺ ڏينهن تيندو جڏهن اپيل ڪمشنر وٽ ڪئي وڃي.
(ج) اهو مدو نوي ڏينهن تيندو جڏهن اپيل رونيو بورڊ کي ڪئي وڃي.

**قلم - ١٦٣. جاچ (Review) جي درخواست :**

سنڌ سرڪار جي آرڊيننس نمبر IX مجريہ ١٩٨٠ع موجب رد ٿيل.

**قلم - ١٦۴ . نظر ثاني (Revision) :**

(١) رونيو بورڊ ڪنهن بہ وقت پاڻمرادو يا ڪنهن درخواست تي، جيڪا ڪنهن حڪم جي پاس ٿيڻ کان پوءِ نوي ڏينهن اندر ڏني ويئي هجي، ڪنهن بہ اهڙي ڪيس جو رڪارڊ گهرائي سگهي ٿو، جيڪو سندس ڪنهن زيردست رونيو عملدار وٽ هلندڙ هجي يا هن طرفان نيڪال ڪيو ويو هجي.

(٢) ڪمشنر يا ڪليڪٽر ڪنهن بہ وقت يا ڪنهن درخواست تي جيڪا، ڪنهن حڪم جي پاس ٿيڻ کان وٺي ٽيهن ڏينهن اندر ڪئي ويئي هجي، ڪنهن بہ اهڙي ڪيس جو رڪارڊ گهرائي سگهي ٿو، جيڪو سندس زيردست رونيو عملدار وٽ هلندڙ هجي يا هن طرفان نيڪال ڪيو ويو هجي.

(٣) جڏهن ڪليڪٽر ڪنهن اهڙي ڪيس ۾ جنهن جو هن رڪارڊ گهرايو آهي، انهيءَ خيال جو هجي تہ ڪيل ڪارروائي يا پاس ڪيل حڪم کي بدلايو يا رد ڪيو وڃي تہ هو پنهنجو رايو ڄاڻائيندي اهو ڪيس ڪمشنر جي حڪم لاءِ موڪليندو.

(۴) رونيو بورڊ ڪنهن اهڙي ڪيس ۾ جيڪو پيٽي قلم (١) هيٺ گهرايو ويو هجي ۽ ڪمشنر ڪنهن بہ ڪيس ۾ جو پيٽي قلم (٢) هيٺ گهرايو ويو هجي يا هن کي پيٽي قلم ( ٣) هيٺ موڪليو ويو هجي، اهڙو حڪم پاس ڪري سگهي ٿو جيئن هو مناسب سمجهي. پر شرط هي آهي تہ هن قلم هيٺ ڪنهن بہ ڪارروائي کي بدلائڻ يا رد ڪرڻ جو حڪم، جو ڪنهن شخص تي اثر انداز ٿيندو هجي اهڙي شخص کي بڌڻ جو موقعو ڏيڻ کان سواءِ پاس نہ ڪيو وڃي. وڌيڪ اهو لازمي آهي تہ هن قلم هيٺ اصلاح جي درخواست تي ڪيل حڪم کي اهڙي حڪم کان متاثر ٿيندڙ ڌر جي درخواست تي ڇيڙي نٿو سگهجي ۽ پڻ رونيو بورڊ کان سواءِ ڪنهن بہ رونيو عملدار کي ڪوبہ ڪيس ڪنهن هيٺين اختياريءَ ڌانهن نئين سر بڌڻ لاءِ واپس ڪرڻ جو اختيار نہ آهي.

## قلم -١٦٥. ڪارروايون روڪڻ ۽ حڪم ناما ۽ ڊڪريون جاري ڪرڻ:

(١) اپيل يا اصلاح جي درخواست، انهن ۾ چڪايل حڪم يا ڊڪري جي ڪارروائين لاءِ مهملي طور ڪم نہ ڪندي، جيسين اپيل يا اصلاح جي درخواست ٻڌندڙ اختياري اهڙو حڪم رد نہ ڪري ۽ نہ وري حڪم يا ڊڪري جي تعميل صرف انهي سبب جي ڪري روڪي ويندي تہ اپيل يا اصلاح جي درخواست ڪئي وئي آهي، پر اپيل يا اصلاح جي درخواست ٻڌندڙ اختياري جيڪڏهن مطمئن ٿئي تہ، اهڙي حڪم يا ڊڪري جي تعميل جي مهملي لاءِ حڪم ڪري سگهي ٿي.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ ڪوبہ حڪم تعميل جي مهملي لاءِ نہ ڪيو وڃي، جيسين اهڙو حڪم ڪندڙ اختياريءَ کي خاطري ٿئي تہ :

(الف) تعميل جي مهمليءَ لاءِ درخواست ڪندڙ ڌر کي وڏو نقصان رسندو، جيڪڏهن حڪم نہ ڪيو ويندو.

(ب) درخواست بنا ڪنهن غير واجبي دير جي ڪئي وئي آهي، ۽

(ج) جڏهن اهڙي حڪم يا ڊڪري جي تعميل لاءِ درخواست ڏيندڙ طرفان ضروري ضمانت ڏني وئي هجي، جنهن تہ اهڙي تعميل مٿس لازمي آهي.

## قلم - ١٦٦. لکيت جي ڀُل چُڪ:

رونيو عملدار جي ڪيل ڪنهن بہ حڪم يا ڊڪري ۾ لکيت جي چُڪ يا حسابي غلطي يا اتفاقي خطا يا ڀل سبب ٿيل غلطيون ڪنهن بہ وقت ان عملدار طرفان درست ڪري سگهجن ٿيون.

سمجهاڻي: هن قلم هيٺ عملدار ۽ عملدار جو نائب بہ اچي وڃي ٿو.

## قلم -١٦٧. هن باب هيٺ اپيل يا نظر ثاني لاءِ مدي جو شمار:

هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن حڪم خلاف نظرثاني يا اصلاح جي درخواست داخل ڪرڻ لاءِ مدي جو شمار يا مدي جي پابنديءَ جي معافي لاءِ مقرر ڪيل مدو لميٽيشن ايڪٽ ١٩٠٨ع جي نهرائن جو پابند ٿيندو.

# باب چوڏهون

## اضافي نهراءُ ـ رونيو امانتون

### قلم- ١٦٨. ڪرائي يا پاڙي کان سواءِ ٻين رقمن جمع ڪرائڻ جو اختيار:

(١) ڪن بہ هيٺين حالتن ۾ جهڙوڪ:

(الف) ڪوبہ ديهہ جو عملدار يا ڪو زمين جو مالڪ، جنهن کي ڪرائي کان سواءِ ڪابہ رقم هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن ذميواري هيٺ ملڻي آهي، سا جيڪڏهن هو وٺڻ کان يا جنهن شخص کي اها رقم ادا ڪرڻي آهي، تنهن کي رسيد ڏيڻ کان انڪار ڪري ٿو؛ يا

(ب) ڪوبہ شخص جنهن کي اهڙي رقم ڏيڻي آهي، جيڪڏهن ديهہ جي عملدار يا زمين جي مالڪ، جيڪي ان جي وٺڻ جا حقدار آهن، انهن جي اهڙي حيثيت ۾ شڪ ڪري ٿو، تہ اهو شخص رونيو عملدار جي سنڌس آفيس ۾ جمع ڪرڻ جي اجازت لاءِ درخواست ڪري سگهي ٿو، رونيو عملدار اها امانتي رقم وصول ڪندو، بشرطيڪ هن درخواست ڪندڙ کان پڇا ڪرڻ بعد خاطري ڪئي آهي تہ درخواست ڪرڻ لاءِ ڪافي سبب آهن ۽ پڻ درخواست ڪندڙ في وغيره ڏئي ٿو، جيڪا ڪنهن نوٽيس جي بهچ متعلق وصول ٿيڻي آهي.

(٢) جڏهن امانتي رقم اهڙي نموني ۾ ورتي وڃي تہ جمع ڪرائيندڙ جي ديهہ جي عملدار يا زمين جي مالڪ ڏانهن ان رقم بابت ذميواري ختم ٿي ويندي.

### قلم - ١٦٩. امانتي رقمن جي حالت ۾ طريقهءِ ڪار:

(١) جيڪڏهن امانتو رقم جو مطلب اهڙي رقم جي ادائگي آهي، جيڪا حڪومت کي ملڻي آهي تہ اها ان موجب جمع ڪرائي وڃي.

(٢) جيڪڏهن امانتو رقم ڏيڻ جو مطلب ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري آهي تہ اهڙي امانت وٺندڙ رونيو عملدار ان جي بهچ جو نوٽيس اهڙي شخص کي ڏيندو، جنهن لاءِ ڪيس وٺڻ جو سبب آهي تہ هو ان جي گهر ڪري ٿو يا امانت جو حقدار آهي. امانت جي اها رقم ڪنهن اهڙي شخص کي ڏئي سگهي ٿو، جو ڪيس ان

جي ونڻ جو حقدار نظر اچي ٿو يا جيڪڏهن مناسب سمجهي تہ امانت سِول ڪورٽ جي اهڙي فيصلي تائين مهمل رکي تہ ڪهڙو شخص اهڙي امانت حاصل ڪرڻ جو حقدار آهي.

ڪابہ دعويٰ يا ڪي ٻيون ڪارروايون رونيو بورڊ، حڪومت يا ٻئي ڪنهن بہ سرڪاري ملازم خلاف هن سلسلي ۾ داخل نہ ڪندو، جيڪي رونيو عملدار هن قلم هيٺ نيڪ نيتيءَ سان ڪيون آهن، پر هن ۾ ڪابہ ڳالهہ ڪنهن بہ شخص کي جو اهڙي امانت جي رقم ونڻ جو حقدار آهي، اها رقم انهيءَ شخص کان جنهن کي رونيو عملدار طرفان ڏني ويئي هجي، وصول ڪرڻ کان نہ روڪيندي.

## ديواني ۽ فوجداري ڪورٽن جا حڪم

### قلم - ١٧٠. زمين وغيره بابت ديواني ۽ فوجداري ڪورٽن جي حڪمن جي بجا آوري:

ديواني يا فوجداري ڪورٽ طرفان ڪنهن زمين جي ضبطي، وڪري يا قبضي ڏيڻ بابت يا ڪنهن زمين جي پيدائش جي ضبطي يا وڪري متعلق جاري ڪيل حڪم ڪليڪٽر ڏانهن يا اهڙي رونيو عملدار ڏانهن جنهن کي ڪليڪٽر مقرر ڪيو هجي موڪليا ويندا. ڪيلڪٽر يا انهيءَ عملدار طرفان اهي حڪم جاري ڪندڙ ڪورٽ سان لاڳو ٿيندڙ قانون جي نهرائن موجب يا ڪن ٻين اهڙن قاعدن موجب جيڪي انهن نهرائن سان موافق هجن ۽ جيڪي رونيو بورڊ، هاءِ ڪورٽ جي صلاح مشوري سان ۽ حڪومت جي اڳواٽ مرضيءَ سان منظور ڪيا هجن، ان موجب تعميل ڪيا ويندا.

### قلم ـ ١٧١. ضبط ٿيل پيدائش جي حفاظت:

(١) ڪنهن بہ ڪورٽ يا ڪنهن ٻي اختياريءَ جي حڪم جي پوئواري هيٺ ڪنهن بہ زمين جي پيدائش جي ضبطي، انهي شخص کي جيڪو پيدائش جو مالڪ آهي، فصل لڻڻ کان، سهيڙڻ کان يا ان کي ٻي ڪنهن صورت ۾ گڏ ڪرڻ کان يا ڪنهن ٻئي عمل کان جيڪو ان جي حفاظت لاءِ ضروري آهي روڪي نٿو سگهي.

(٢) جيڪڏهن اهو شخص جو، پيدائش جو مالڪ آهي اهڙي طرح انهيءَ جي حفاظت ڪري نٿو سگهي تہ ضبط ڪندڙ عملدار پيدائش جي حفاظت لاءِ سڀ ضروري ڪم ڪندو يا ڪرائيندو.

(٣) جڏهن ضبطيءَ بعد پيدائش جو وڪرو ڪيو وڃي تہ خريدار کي حق هوندو تہ هو پاڻ يا هن طرفان ان بابت مقرر ڪيل ڪوبہ شخص ان هنڌ تي داخل ٿي سگهي، جتي پيدائش پيل آهي ۽ پڻ ان جي حفاظت ۽ ان جي ڪٽڻ واسطي اهو سڀ ڪجهہ ڪندو، جيڪو ان لاءِ ضروري آهي.

## رونيو عملدارن جي اختيارن کي ديواني عدالتن جي اختيارن کان ٻاهر رکڻ:

## قلم - ١٧٢. رونيو عملدارن جي اختياري معاملن ۾ ديواني ڪورٽ جي اختيار جي منع:

(١) هن ايڪٽ هيٺ، جيئن ٻيءَ طرح نهرائي مهيا ڪيو ويو هجي، ان کي ڇڏي ڪنهن بہ سِول ڪورٽ کي ڪنهن بہ اهڙي معاملي لاءِ اختيار نہ هوندو، جنهن جي نيڪال ڪرڻ يا ٻڌڻ جو اختيار حڪومت،رونيو بورڊ يا ڪنهن رونيو عملدار کي آهي يا جنهن نموني ۾ حڪومت، رونيو بورڊ يا رونيو عملدار ڪنهن معاملي بابت هن ايڪٽ هيٺ يا وسيلي سونپيل اختيار جو استعمال ڪري ٿو.

(٢) پيٽي قلم (١) جي نهرائن جي عموميت تي بدگماني ڪرڻ کان سواءِ سِول ڪورٽ، هيٺين معاملن تي اختيار استعمال نہ ڪندي، جهڙوڪ:

(1) ڪنهن بہ اهڙي زمين جي حدن متعلق ڪوبہ سوال جنهن بابت رونيو عملدار طرفان خود بيان ڪيو ويو آهي تہ هيءُ ايڪٽ ان سان لاڳو ٿئي ٿو يا نہ ٿو ٿئي.

(2) ڪابہ دعويٰ، جا هن ايڪٽ يا ڪنهن ٻئي مروج قانون هيٺ، رونيو عملدار تي عائد فرض جي بجا آوريءَ لاءِ ڪيس مجبور ڪري.

(3) ڪابہ دعويٰ، جا ديهہ جي عملدار جي عهدي بابت، يا ان عهدي کان برطرفي ڪري ٿيل نقصان بابت يا فرض جي بجاآوري لاءِ مجبور ڪرڻ بابت يا ان عهدي جي پگهار جي ونڊ ورڇ بابت ڪئي وڃي.

(4) ڪوبہ پڌرنامو جنهن ۾ حقن جي رڪارڊ جي تيار ڪرڻ يا سڌارڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو هجي.

(5) حقن جي رڪارڊ جو ناهڻ يا اهڙي رڪارڊ ۾ شامل دستاويز يا ڪاغذ پٽ وغيره تيار ڪرڻ، صحيح ڪرڻ يا تصديق ڪرڻ.

(6) حقن جي رڪارڊ ۾ يا ڦير ڦار جي رجسٽر ۾ ڪنهن بہ داخلا جي درستي.

(7) ضلعي يا تعلقي جي ڍل جي عام طور نئين بستگي جنهن جي حڪومت منظوري ڏني هجي ان جي شروع ڪرڻ بابت پڌرنامو.

(8) ڪوبہ اعتراض، ڍل جي ڪنهن بہ بستگيءَ جي اگهہ يا رڪب يا ان جي عرصي بابت، جيڪو حڪومت طرفان منظور ڪيو ويو هجي.

(9) ڪنهن بہ اهڙي شخص جي دعويٰ، جيڪو هن ايڪٽ هيٺ ڍل جي بستگي لاءِ يا ڪنهن ٻئي محصول لاءِ ذميوار ٿيو هجي.

(10) ڍل جي رقم، جيڪا ڪنهن ديهہ تي مقرر ڪئي وڃي يا ڪنهن قبضيداريءَ لاءِ هن ايڪٽ هيٺ ڏيڻي هجي.

(11) هن ايڪٽ هيٺ ڪنهن بہ ٻي بست ٿيندڙ محصول جي رقم يا ڪنهن شخص جي ڀاڱن ان جي ڏيڻ لاءِ ذميواري يا هن ايڪٽ هيٺ يا ڪنهن ٻئي مروج قانون هيٺ ڪنهن ديهہ يا قبضيداري تي ڪابہ بست ٿيندڙ سيس، لوازمو يا محصول .

(12) ڪابہ دعويٰ، جيڪا معاوضي بابت آهي، جيڪو زمين جي مالڪ کي ملڻو آهي، جنهن ڍل جي ذميواريءَ کان انڪار جو نوٽيس ڏنو آهي، يا ڪابہ دعويٰ جا ڪنهن شخص جي هن ايڪٽ هيٺ ڍل جي بستگيءَ جي ذميواري کان انڪار ڪرڻ جي نتيجي جي ڪارروائي سبب پيدا ٿي هجي يا ان سان واسطو رکي.

(13) ڪنهن ديهہ جي جوڙجڪ يا ان جون حدون مقرر ڪرڻ.

(14) ڪابہ دعويٰ، جيڪا زمين، ڪارخاني، مڇي، زمين يا پاڻيءَ جي قدرتي پيداوار کي بنا ڪنهن ڍل جي رکڻ متعلق هجيَ.

(15) ڪابہ دعويٰ، جا حڪومت طرفان وصوليءَ سان تعلق رکڻ سبب پيدا ٿي هجي، يا حڪومت طرفان ڍل جي لاءِ يا ٻي ڪنهن اهڙي رقم لاءِ، جا ڍل جي بقايا طور وصول ٿيڻ جوڳي هجي يا وصوليءَ جي ڪارروائي سان واسطو رکڻ جي

ڪري پيدا ٿي هجي.

(16) ڍل جي بقايا يا ڪا ٻي رقم، جا ڍل جي بقايا وانگر وصوليءَ جوڳي هجي ان جي وصوليءَ لاءِ ڪيل وڪري کي ٽڪيءَ ڪان سواءِ ڪنهن به بنياد تي رد ڪرڻ بابت ڪابه دعويٰ.

(17) هن ايڪٽ هيٺ بست ڪيل ڪنهن به سيس، في، ڏنڊ، حرجاڻي يا ٻين لوازمن جي رقم يا ان جي ادائگيءَ متعلق ڪنهن به ماڻهوءَ جي ذميواري.

(١٨) کاتي يا ملڪيت جي ورهاست جي ڪابه دعويٰ يا ڪوبه مسئلو جو ورهاست جي ڪارروائيءَ سبب پيدا ٿيو هجي يا ان سان واسطو رکندو هجي. بشرطيڪ اهو مسئلو ان ملڪيت جي مالڪيءَ بابت نه هجي، جنهن جي ورهاست جي گهر ڪئي ويئي آهي.

(19) .ڪنهن به کاتي يا ملڪيت جي ورهاست جي ڪري زمين جي ورڇ جو مسئلو يا ڪنهن قائم ڪيل رواج جي پابنديءَ موجب وقت بوقت زمين جي ورڇ جو مسئلو، يا ڪنهن ملڪيت يا کاتي جي ورهاست جي ڪري ڍل جي ورڇ بابت مسئلو.

(20) ڪوبه مسئلو، جو هن ايڪٽ جي نهرائن موجب درياءَ جي اثر هيٺ آيل ديهن جي حدن مقرر ڪرڻ جي ڪاررواين سان واسطو رکڻ جي ڪري پيدا ٿيو هجي يا انهن سان تعلق رکي.

(21) حد نشانن بابت ڪابه دعويٰ جيڪي هن ايڪٽ موجب ڪنهن به ختم ٿي ويل قانون هيٺ يا ڪنهن ٻئي في الوقت مروج قانون هيٺ لڳايا ويا هجن يا اهڙي ڪنهن به قانون هيٺ ڪنهن با اختيار عملدار جي حد نشانن بابت ڪيل حڪم جو منسوخ ڪرڻ.

## قلم - ١٧٣. حقن جي رڪارڊ تيار ڪندڙ يا عام طرح نئين سر ڍل بست ڪندڙ رونيو عملدار کي ديواني ڪورٽ جا اختيار سونپڻ:

(١) رونيو بورڊ قلم ٤٠ هيٺ جاري ڪيل پڌرنامي جي پوئواري ڪندي ڪنهن به مڪاني ايراضيءَ ۾ حقن جو رڪارڊ تيار ڪندڙ يا خاص طور رڪارڊ سڌاريندڙ عملدار کي يا ڪنهن به مڪاني ايراضي ۾ نئين سر ڍل جي بستگي ڪندڙ عملدار کي يا ڪنهن ڪالوني ۾ رونيو عملدار کي جنهن جي تشريح

”سنڌ ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس ايڪٽ ١٩١٢ع“ ۾ ڪيل آهي، يا ڪنهن به رونيو عملدار کي جنهن جي ضابطي هيٺ اهو عملدار آهي، سنڌ سول ڪورٽ آرڊيننس ١٩٦٢ع هيٺ مقرر ڪيل ڪورٽ جي سيني يا ڪن اختيارن جي پابنديءَ سان انهي مڪاني حد ۾، زمين سان تعلق رکندڙ يا ان ڪري پيدا ٿيندڙ مخصوص قسم جي دعوائن يا اپيلن جي هلائڻ واسطي اختيار حوالي ڪري.

(٢) رونيو بورڊ پيٽي قلم(١) هيٺ پڌرو ڪيل سمورو حڪم يا ان جو ڪو حصو رد ڪري سگهي ٿو.

(٣) جڏهن ڪوبہ حڪم يا ان حڪم جو ڪو حصو پيٽي قلم (١) هيٺ عمل ۾ آهي تہ ان حڪم موجب سونپيل اختيارن کي اهو عملدار اهڙي طرح سان استعمال ڪندو ۽ نہ بيءَ طرح سان.

(۴) ڪوبہ ڪيس، ڪنهن بہ عملدار جي حڪم هيٺ يا حڪم جي باقي رهيل حصي هيٺ،ان جي رد ٿيڻ وقت هلندڙ هجي تہ اهو هن طرفان اهڙيءَ طرح نيڪال ڪيو وڃي، ڄڻ تہ حڪم يا ان جو حصو عمل جوڳو آهي، يا وري جيستائين رونيو بورڊ اهڙو حڪم ڪري، جنهن جو ڪيس هن قلم هيٺ اختيار ڏنو ويو آهي، تہ اهي ڪيس انهن ڪورٽن ڏانهن منتقل ڪيا وڃن، جن طرفان اهي نيڪال ڪيا وڃن ها، جيڪڏهن اهو حڪم جاري نہ ڪيو وڃي ها.

## قلم _١٧۴. اهڙن عملدارن مٿان ضابطو ۽ انهن جي حڪمن ۽ ڊڪرين خلاف اپيلون ۽ نظر ثانيءَ جون درخواستون:

(١) رونيو بورڊ پڌرنامي ذريعي اهو حڪم ڪري سگهي ٿو تہ هن ايڪٽ جا نهراءُ، انهن رونيو عملدارن جي مٿان نگهباني ۽ ضابطي بابت پڻ لاڳو ٿيندا، جن کي ڪنهن بہ قسم جي سول ڪورٽ جا اختيار سنڌ سِول ڪورٽس آرڊيننس ١٩٦٢ع مطابق ڏنا ويا آهن، يا سونپيا ويا آهن ۽ ان عملدار جي حڪم يا ڊڪري خلاف اپيل ۽ نظرثاني جي درخواست ان رونيو عملدار وٽ ڏيڻ جوڳيون ٿينديون، جنهن کي قلم ١٧٣هيٺ انهي ڪورٽ جا اختيار سونپيا ويا آهن، جيڪا ساڳي آرڊيننس هيٺ انهن ڊڪرين ۽ حڪم خلاف اپيلون ۽ نظرثاني جون درخواستون ڏيڻ لاءِ بااختيار هوندي، جيڪي هڪ رونيو عملدار طرفان ڪورٽ

جي حيثيت ۾ جاري ڪيا ويا هوندا.

(٢) ڪنهن اهڙي پڌرنامي جي غير موجودگي ۾، جنهن موجب رونيو عملدار ڪي قلم ١٧٣ هيٺ ڪنهن اهڙيءَ سِول ڪورٽ جا اختيار سونپيا ويا آهن، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيل آهي تہ اهو رونيو عملدار مذڪوره آرڊيننس هيٺ انهن اختيارن جي استعمال بابت سِول ڪورٽ سمجهيو ويندو.

## قلم - ١٧٥. عام استعمال واري زمين تي ناجائز قبضي جي روڪٿام:

(١) جيڪڏهن ڪا زمين ڪاتيدارن جي ڪنهن گڏيل ڪم لاءِ مخصوص ڪئي ويئي آهي ۽ ڪنهن ماڻهو انهيءَ تي ناجائز قبضو ڪيو آهي تہ ديهہ جي ڪنهن بہ ڪاتيدار جي درخواست تي انهي ناجائز قبضيدار کي رونيو عملدار بيدخل ڪرڻ لاءِ سبب ڄاڻائي نوٽيس جاري ڪري ڪيس شنوائي ڏيندو ۽ ان ڪان پوءِ:

(الف) ان شخص کي ان زمين تان بيدخل ڪندو جنهن تي هن حد دخلي ڪئي هئي.

(ب) قلم ٢٦ هيٺ حڪم نامو جاري ڪري، ٻيهر حد دخلي ڪرڻ کان منع ڪندو.

(٢) پيٽي قلم (١) هيٺ رونيو عملدار طرفان ڪيل ڪارروائي، بعد ۾ بہ ڪنهن با اختيار ڪورٽ جي حڪم يا ڊڪريءَ جي پابند رهندي.

## قلم - ١٧٦. ديهہ جي عملدارن يعني تپيدارن طرفان رکيل رڪارڊ کي عوامي دستاويز سمجهيو ويندو:

(١) ڪوبہ رڪارڊ يا ڪاغذ َپٽ جيڪو ديهہ جي عملدار کي هن ايڪٽ موجب يا هن ايڪٽ هيٺ ناهيل قاعدن موجب تيار ڪرڻو آهي يا رکڻو آهي، تنهن کي حڪومت جي ملڪيت سمجهيو ويندو.

(٢) ديهہ جو عملدار اهڙي رڪارڊ يا ڪاغذ پَٽن جي متعلق، جيڪي سندس حفاظت ۾ هوندا، قانوني شهادت جي مقصدن خاطر اهڙو عوامي عملدار ڪري سمجهيو ويندو جنهن کي دستاويز جي حفاظت سونپيل آهي ۽ اهو عوامي دستاويز ڪنهن بہ شخص کي تپاسڻ جو حق آهي.

## قلم - ١٧٧. نقشن ۽ زمين جي رڪارڊ جو معائنو وغيره:

اهڙن قاعدن ۽ فين جي ادائگي جي پابنديءَ سان جيڪي روينيو بورڊ وقتا بہ وقتا هن بابت مقرر ڪري، سڀ تيار ڪيل نقشا ۽ زمينن جا رڪارڊ جيڪي هن ايڪٽ هيٺ تيار ٿيل آهن يا تيار ڪرڻا آهن، سي عوام جي تپاس يا چڪاس واسطي هر روز مناسب وقت لاءِ کليل رکيا ويندا ۽ انهن مان تصديق ٿيل اُتارو يا انهن جا سچا نقل سيني ماڻهن کي جي انهن لاءِ درخواست ڪن، ڏنا ويندا.

## قلم- ١٧٨. روينيو عملدارن تي نيلام ۾ واڪ ڏيڻ ۽ واپار ڪرڻ تي بندش:

(١) روينيو عملدار يا روينيو ڪاتي ۾ ڪوبہ مقرر ڪيل شخص:

(الف) ڪابہ اهڙي ملڪيت، پنهنجي سِر يا عيوضيءَ جي معرفت پنهنجي نالي يا ڪنهن ٻئي جي نالي تي يا شراڪتي طور يا ٻين سان حصن جي صورت ۾ خريد ڪري نٿو سگهي ۽ نہ ان لاءِ واڪ ڏيئي سگهي ٿو، جنهن جي وڪري جو حڪم ان ضلعي جي ڪنهن بہ روينيو عملدار يا روينيو ڪورٽ ڪيو آهي، جنهن ضلعي ۾ هو نوڪري ڪري ٿو.

(ب) نہ وري حڪومت طرفان ناهيل اهڙي قاعدي جي خلافورزي ڪندي ان ضلعي ۾ واپار ڪري سگهي ٿو.

(٢) پر پيٽي قلم (١) ڪنهن بہ شخص کي ڪمپنيز ايڪٽ ١٩١٣ع موجب ناهيل ڪمپني يا ڪنهن بہ ٻئي مروج قانون هيٺ جوڙيل اهڙي جماعت يا گڏيل جماعتن ۾ حصيدار ٿيڻ کان نہ روڪيندو.

# باب پندرهون

## متفرق قلم

### قلم- ١٧٩. حڪمن جو آخري هجڻ بابت اثر:

جتي هن ايڪٽ ۾ چاڻايو وڃي ته ڪو به حڪم آخري فيصلو هوندو ته انهيءَ جي معنيٰ اها سمجهبي ته ان فيصلي يا حڪم خلاف اپيل نه ٿيندي،پر ان جو مطلب اهو ڪونهي ته رونيو بورڊ ڪي اهڙي فيصلي يا حڪم کي قلم ١٦٤ هيٺ سڌارڻ يا تبديل يا رد ڪرڻ کان روڪ ٿيل آهي.

### قلم - ١٨٠. پٽيلن جي مقرري تي بندش:

هن ايڪٽ ۾ جيتوڻيڪ ڄاڻايل آهي، پر ان جي باوجود پٽيلن کي ان ايراضي يا صوبي جي ڪنهن اهڙي ڀاڱي ۾ مقرر نه ڪيو ويندو ۽ نه وري انهن جي مقرريءَ جا قاعدا عمل ۾ آندا ويندا يا لاڳو ڪيا ويندا، جتي هن ايڪٽ جي عمل ۾ اچڻ کان ترت اڳ مروج قانون موجب اهڙي مقرري يا قاعدن جي ناهڻ جو ذڪر ٿيل نه آهي.

### قلم -١٨١. رونيو عملدارن خلاف قانوني ڪارروائي تي بندش:

رونيو عملدار خلاف ڪنهن اهڙي ڪم ڪرڻ سبب جو هن چڱيءَ نيت سان هن ايڪٽ يا في الوقت مروج ٻئي قانون جي نهرائن جي پوئواري ۾ ڪيو آهي يا هن کان ڪرايو ويو آهي؛ ڪابه دعويٰ، مقدمو يا ٻي قانوني ڪارروائي نه ٿيندي.

### قلم - ١٨٢. قاعدن ناهڻ جو اختيار:

رونيو بورڊ، حڪومت جي اڳواٽ منظوريءَ سان، انهن قاعدن کان سواءِ، جيڪي هن ايڪٽ هيٺ ناهيل آهن، هن ايڪٽ سان موافق ٿيندڙ ٻيا قاعدا ناهي سگهي ٿو جهڙوڪ:

(الف) ڍل ۽ ڪرائي کان سواءِ جيڪا ٻي رقم هن ايڪٽ هيٺ ڏيڻي آهي يا جنهن جو رڪارڊ ان هيٺ ناهيو ويو آهي ان جي قسطن جي رقم ۽ تعداد، ان جي ڏيڻ جو هنڌ، وقت ۽ طريقهءِڪار مقرر ڪرڻ؛

(ب) تاريخون مقرر ڪرڻ، جن تي پٽيل يا ٻيا ماڻهو حصيدارن کان مليل منافعو منجهن تقسيم ڪندا.

(ج) روينيو ڪورٽ ۽ روينيو عملدار طرفان جاري ڪيل نوٽيس جي تعميل ۽ بجا آوري لاءِ فيون مقرر ڪرڻ ۽ وصوليءَ جو طريقهءِڪار طئي ڪرڻ، جنهن موجب اهي فيون وصول ڪرڻيون آهن. انهن ماڻهن جو انداز جيڪي انهن نوٽيسن جي تعميل توڙي بجا آوري لاءِ مقرر ڪيا وڃن ۽ انهن ماڻهن جو معاوضو ۽ فرض مقرر ڪرڻ.

(د) اهڙي انتظام يا طريقهءِڪار کي باقاعدي بنائڻ، جنهن موجب عام ماڻهو روينيو عملدارن جي سنڀال هيٺ رکيل رڪارڊ ۽ ڪاغذ پٽ ڏسي سگهن ۽ انهن جا نقل وٺي سگهن ۽ هن سلسلي ۾ جوڳين فين جو مقرر ڪرڻ.

(هه) اهڙن فارمن ۾ داخلائن، انگ اکرن ۽ حساب ڪتاب جي رجسٽرن جو روينيو آفيسن ۾ رکڻ ناهڻ ۽ جمع ڪرڻ جيڪي روينيو بورڊ هن سلسلي ۾ ضروري سمجهي.

(و) عام طور هن ايڪٽ جي مقصدن تي عمل درآمد واسطي.

## قلم - ١٨٣. قاعدا اڳوات پڌرائي ڪرڻ بعد تيار ڪيا وڃن:

هن ايڪٽ هيٺ ڪن بہ قاعدن جي ناهڻ جو اختيار اڳوات پڌرائي ڪرڻ جي شرط جو پابند آهي.

## قلم - ١٨٤. رد ٿيل ۽ رد ٿيڻ کان بچيل:

(١) جدول جي پاڳي ڀهرئين ۾ ڏيکاريل قانون هن موجب منسوخ ڪجن ٿا.

(٢) ڪنهن بہ ايراضيءَ يا علائقي ۾ هن ايڪٽ جي عمل هيٺ اچڻ تي جدول جي ٻئي پاڳي ۾ ڏيکاريل قانون، انهن مان ڪي بہ جيتري قدر اهڙي ايراضيءَ يا علائقن سان لاڳو آهن، منسوخ ڪيا ويا آهن ۽ هن ايڪٽ جي خاص ٺهرائن سبب جيڪي ڪنهن ايراضيءَ سان لاڳو ڪيا پيا وڃن. صرف مطابقت رکندڙ ٺهراءُ منسوخ ٿيندا.

(٣) پيٽي قلم (٢) ۾ ڄاڻايل قانونن جي منسوخيءَ جي باوجود:

(الف) اهڙي ڪنهن بہ قانون هيٺ جوڙيل سڀ قاعدا ۽ ڪيل تبادلا، جاري ڪيل پڌرناما يا اشتهار، سونپيل عهدا، منظور ڪيل ڪيت ۽ مقاطعا، حقن جا رڪارڊ يا ٻيا رڪارڊ جيڪي ناهيا، سڌاريا ، يا بحال ڪيا ويا هجن، حاصل ڪيل حق، لاڳو ٿيل زير باريون، مقرر ڪيل وقت ۽ هنڌ ۽ ٻيا ڪيل ڪم، جيڪڏهن هن ايڪٽ جي نهرائن سان ناموافق نہ آهن تہ جاري رهندا ۽ جيتري قدر ٿي سگهي تہ ائين سمجهيو ويندو تہ اهي هن ايڪٽ هيٺ جوڙيل آهن ۽ جاري ڪيا ويا، سونپيا ويا، منظور ڪيا ويا، خرچ ڪيا ويا، مقرر ڪيا ويا يا جاري ڪيا ويا آهن.

(ب) ڊِل جون سڀ بستگيون، جي ڪنهن بہ اهڙي قانون هيٺ باقاعدي ڪيون ويون هجن، يا بحال ڪيون ويون هجن ۽ اهڙي منسوخي کان ترت اڳ عمل هيٺ هجن، سي هن ايڪٽ جي نهرائن جي پابنديءَ سان عملي طور جاري رهنديون، جيستائين انهن نهرائن هيٺ نهيل، منظور ڪيل يا بحال ڪيل ڊِل، عمل ۾ نہ اچي.

(۴) هن ايڪٽ ۾ ڪنهن بہ هنڌ يا ڪنهن ٻئي قانون ۾، يا ڪنهن ڪورٽ يا ڪنهن ٻي اختياريءَ جي حڪم يا ڊڪري ۾، يا ڪنهن رسمي يا دستوري قاعدن ۾، يا قبوليت، قبضي يا دستاويز ۾ يا ڪنهن ٻئي ڪاغذ پٽ ۾ ڪابہ ڳالهہ خلاف هئڻ جي باوجود، ڪوبہ شخص جو هن ايڪٽ جي عمل ۾ اچڻ کان ترت اڳ، بمبئي لئنڊ رونيو ڪوڊ ۱۸۷۹ع يا سنڌ لئنڊ رونيو ڪوڊ ۱۸۷۹ع (حالتن پٽاندر) جنهن کي هن بعد هن پيٺي قلم ۾ ڪوڊ ڪري سڏيو ويو آهي، ڪنهن بہ زمين جو کاتو رکندڙ هو تہ:

(الف) جيڪڏهن اهڙي زمين (توڙي سرڪاري يا جاگيري) جا تاريخ ۳۱ ڊسمبر ۱۹۲۷ع تي، ڪوڊ جي نهرائن هيٺ تيار ڪيل حقن جي رڪارڊ ۾، ڪنهن بہ مُتصرف جي قبضي ۾ (مقاطعيدار يا قابض گرويدار کان سواءِ) ڏيکاريل هئي يا جيڪڏهن ڪو بہ شخص مالڪيءَ جي حق سان ان رڪارڊ ۾ ڏيکاريل آهي تہ هن ايڪٽ جي مطلب لاءِ اهو قبضيدار يا اهڙي زمين جو مالڪ سمجهيو ويندو.

(ب) جيڪڏهن اهڙي زمين حڪومت طرفان، ڪنهن بہ شخص کي ۱ – جنوري ۱۹۲۸ تي، يا ان کان پوءِ مقاطعي کان سواءِ، ٻي طرح منظور ڪري ڏني ويئي هجي تہ:

(i) جيڪڏهن هن پوري قيمت يعني مالڪاڻو ادا ڪيو آهي، جنهن تي ڪيس زمين منظور ڪري ڏني ويئي هئي تہ اهڙي زمين جو مالڪ سمجهيو ويندو ۽ ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس (سنڌ) ايڪٽ ١٩١٢ع هيٺ مالڪيءَ جي سمورن حقن ۽ ذميوارين جو پابند ٿيندو.

(ii) جيڪڏهن هن پوري قيمت جنهن تي ڪيس زمين منظور ڪري ڏني ويئي آهي ادا نہ ڪئي آهي، تہ هو ڪالونائيزيشن آف گورنمينٽ لئنڊس ايڪٽ هيٺ حڪومت جو انهن شرطن تي پٽيدار سمجهيو ويندو، جن تي ڪيس اهو ڏنو ويو هو، پر شرط هي آهي تہ اهڙي شخص طرفان پوري قيمت ادا ڪرڻ تي جنهن تي ڪيس زمين ڏني ويئي هئي، ڪٽت ۾ ڏيکاريل شرطن ۽ مقرر عرصي اندر رقم ادا ڪرڻ تي، پيٽي قلم (١) جا نهراءُ لاڳو ٿيندا.

سمجهاڻي: هن پيٽي قلم جي مطلب لاءِ قبضدار ۽ زمين جو کاتو ڪنهن شخص جي معني اها ٿيندي جا ڪوڊ ۾ انهن لاءِ جدا جدا مقرر ڪيل آهي ۽ انهن ۾ انهن جا اڳيان ۽ پويان حقدار ۽ وارث اچي ويندا.

(۵) حڪومت پيٽي قلم (۴) جي نهرائن کي مؤثر بنائڻ لاءِ قاعدا تيار ڪندي.

# جدول

ڏسو قلم - ۱۸۴

## پاڳو - ۱

(۱) پنجاب رورين بائونڊريز ايڪٽ - ۱۸۹۹ع.
(۲) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۱۲ع.
(۳) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۲۸ع.
(۴) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۲۹ع.
(۵) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۳۴ع.
(٦) پنجاب لئنڊ رونيو (نارٿ ويسٽ فرنٽيئر پراونس ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۳۵ع.
(۷) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵۰ع.
(۸) پنجاب لئنڊ رونيو (ٻيو ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵۰ع
(۹) پنجاب لئنڊ رونيو (نارٿ ويسٽ فرنٽيئر پراونس ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵۴ع.
(۱۰) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵۵ع.
(۱۱) پنجاب لئنڊ رونيو (ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵۵ع.
(۱۲) ويسٽ پاڪستان (پنجاب لئنڊ رونيو ترميمي) ايڪٽ - ۱۹۵٦ع.
(۱۳) پنجاب لئنڊ رونيو (ويسٽ پاڪستان ترميمي) آرڊيننس - ۱۹۵۹ع.
(۱۴) ويسٽ پاڪستان ڊٽرمنيشن آف لئنڊ رونيو اينڊ واٽر ريٽ آرڊيننس - ۱۹۵۹ع.
(۱۵) پنجاب لئنڊ رونيو (ويسٽ پاڪستان ترميمي) آرڊيننس - ۱۹٦۲ع.
(۱٦) پنجاب لئنڊ رونيو (ويسٽ پاڪستان ترميمي) آرڊيننس - ۱۹٦۲ع.
(۱۷) پنجاب لئنڊ رونيو (ويسٽ پاڪستان ترميمي) آرڊيننس - ۱۹٦۳ع.

# پاڱو - ٢

١. سنڌ روينيو جورزڊڪشن ايڪٽ مجريہ ١٨٧٦ع قلم. ٤، ٥ ۽ ٦.

٢. بمبئي لئنڊ روينيو ڪوڊ ١٨٧٩ع، باب ٦.١ ۽ ٨ کان سواءِ سيني قانوني درستين ۽ سڌارن سميت، جيڪي انهيءَ سان لاڳو ٿين، اهان تائين ڪراچي ايراضيءَ سان لاڳو آهي.

٣. سنڌ لئنڊ روينيو ڪوڊ ١٨٧٩ع، باب ١ ۽ ٦ کان سواءِ سيني قانونن ۽ ان ۾ ٿيل سڌارن ۽ درستين سميت.

٤. سنڌ وليج آفيسرس ايڪٽ VI مجريہ ١٨٨١ع.

٥. پنجاب لئنڊ روينيو ايڪٽ XVII مجريہ ١٨٨٧ع.

٦. پنجاب لئنڊ روينيو ايڪٽ ١٨٨٧ع، جيئن اجان تائين صوبي سرحد سان لاڳو آهي.

٧. پنجاب لئنڊ روينيو ايڪٽ ١٨٨٧ع، جيڪو بلوچستان، بهاولپور، نصيرآباد سب ڊويزن ضلعي جيڪب آباد ۽ ڪراچي ڊويزن سان لاڳو ڪيو ويو هو سو سيني لاڳو ٿيندڙ قانونن، سڌارن يا درستين جي پڌرنامن سميت اجان تائين عمل ۾ آهي.

ايڪٽ پورو ٿيو

# سنڌ لئنڊ رونيو قاعدا ١٩٦٨

## پاڱو پهريون

**قاعدو-١. مختصر عنوان ۽ شروعات:**

(١) هنن قاعدن کي "سنڌ لئنڊ رونيو قاعدا ١٩٦٨" ڪري چئبو.

(٢) اهي فوري طور عمل ۾ ايندا.

**قاعدو - ٢. وصفون:** هنن قاعدن ۾، جيسين ڪنهن مضمون يا عبارت جو مفهوم ڪا بي معنيٰ ڏيکاري:

(الف) ايڪٽ: معنيٰ "سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ ع".

(ب) فارم: معنيٰ هن قاعدن سان شامل ڪيل فارم؛

(ج) قلم: معنيٰ هن ايڪٽ جو قلم ؛ ۽

(د) "ٽائون ڪاميٽي" ۽ "يونين ڪائونسل" جي ساڳي معني آهي، جا لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس ۾ ڄاڻايل آهي.

## پاڱو ٻيو

### رونيو عملدارن جو طريقهءِ ڪار

**قاعدو - ٣. بيان ۽ دليل مختصر هئڻ گهرجن:**

رونيو عملدارن آڏو ڪنهن به ڪارروائي ۾ ڌرين طرفان ڏنل بيان ۽ دليل، زباني توڙي لکيت ۾ ايترا مختصر هئڻ گهرجن جيئن مقدمن جي نوعيت اجازت ڏئي ۽ اهي ايترا بحث مباحثي وارا نه هجن، پر جيترو ممڪن ٿي سگهي اهي اهڙين حقيقتن جي سولي ۽ مختصر بيان تائين محدود هئڻ گهرجن. اهي دليل جنهن ڌر طرفان يا سندس پاران ڏنا وڃن، سي انهي ڌر جي ڪيس سان ضروري مناسبت رکندا هجن ۽ انهن کي اها ڌر يا ته قبول ڪري يا ڪيس يقين هجي ته هو انهي کي ثابت ڪري سگهندي.

### قاعدو - ۴. درخواستن جي تصديق وغيره:

رونيو عملدار وٽ ڪنهن بہ ڌر طرفان لکيت ۾ پيش ڪيل درخواست يا داخل ڪيل بيان اهڙي طريقي موجب تيار ۽ تصديق ٿين‌هوندا جيئن سِول پروسيجر ڪوڊ ۽ دعوائن ۾ لکيل بيانن لاءِ ڄاڻايل آهي.

### قاعدو- ۵ . ڌر جي وفات يا شاديءَ ڪري ڪارروائي ختم نہ ٿيندي:

رونيو عملدار وٽ هلندڙ ڪنهن بہ ڪارروائيءَ ۾ ڪنهن بہ هڪ ڌر جي وفات يا جنهن ۾ ڪا عورت آهي، ان جي شادي ٿيڻ سبب ڪارروائي ختم نٿي ٿي سگهي. ان ڪان سواءِ رونيو عملدار جنهن وٽ ڪارروائي هلندڙ آهي، تنهن کي اختيار آهي تہ فوت ٿي ويل شخص يا شادي شده عورت جي حقي وارث کي، ان ڪارروائي ۾ ڌر مقرر ڪري.

### قاعدو - ٦. تاريخن وغيره مقرر ڪرڻ ۾ رونيو عملدار کي رونيو ڪورٽ جي طريقءِڪار جي پيروي ڪرڻ گهرجي:

رونيو عملدار کي ڌرين ۽ انهن جي شاهدن جي شنوائيءَ لاءِ تاريخ مقرر ڪرڻ، ڪارروائين کي ملتوي ڪرڻ ۽ ڌرين جي غيرحاضر رهڻ ڪري يا ڪنهن ٻئي مناسب سبب ڪري، درخواست رد ڪرڻ ۾، جيئن ڪيس جي نوعيت هجي تہ عام طور سول پروسيجر ڪوڊ، ۱۹۰۸ ۾ ڄاڻايل اصول رهبري طور استعمال ڪرڻ گهرجن.

### قاعدو - ۷. ڪميشن ايڪٽ پنجون ۱۹۰۸ :

سول پروسيجر ڪوڊ جي قلم ـ ۷۵ کان قلم ـ ۷۸ جا نهراءُ ۽ مذڪوره ڪوڊ سان شامل ڪيل حڪم XXVI جي ضميمي – I، جا ڪميشن بابت نهراءُ، رونيو عملدارن وٽ هلندڙ ڪارروائين سان لاڳو ٿيندا.

### قاعدو-۸. شاهدن جا خرچ:

(۱) رونيو عملدار شاهد کي سندس ڪورٽ يا آفيس ۾ حاضر رهڻ خاطر ٿيل خرچ لاءِ ايتري رقم ڏئي سگهي ٿو، جيڪا هاءِ ڪورٽ جي قاعدن ۽ حڪمن موجب هن کي سول دعوائن ۾ ملندي رقم کان وڌيڪ نہ هوندي.

(٢) اهڙي رقم جا شاهد کي ڏني ويندي، سا ڪارروائين جو خرچ ڪري ليکي ويندي.

## قاعدو-٩. حقن جي رڪارڊ ۾ ڦير گهير جي ڪارروائين جو رڪارڊ:

قلم ٤٢ جي پيٽي قلم (١) هيٺ ڪارروايىن ۾ ڌرين ۽ شاهدن جي بيانن جو رڪارڊ، رونيو عملدار طرفان پنهنجي هٿ اکرن سان تيار ڪيو ويندو ۽ سندس حڪم ۾، جن ماڻهن کان هن طرفان پڇا ڪئي ويئي آهي ۽ جيڪي حقيقتون هنن بيان ڪيون آهن، سندس فيصلي جي سببن سان گڏ ڄاڻايل هوندا.

**سمجهاڻي:-** جڏهن ڪو حق رجسٽرڊ دستاويز ذريعي يا ڪنهن ڪورٽ جي حڪم يا ڊڪري موجب حاصل ڪيو ويو آهي تہ ان حالت ۾ اهو ضروري نہ ٿيندو تہ ڌرين ۽ شاهدن جا بيان ورتا وڃن يا انهن جي حاضري عمل ۾ آندي وڃي.

## قاعدو - ١٠. هن ايڪٽ هيٺ ٻين ڪارروائين جو رڪارڊ:

هن ايڪٽ هيٺ ٻين‌ڪارروائين ۾ قلم ١٤١ جي ڪارروائين کان سواءِ، رونيو عملدار پنهنجي هٿ اکرن سان ڌرين ۽ شاهدن جي بيانن جي مختصر يادداشت ان وقت لکندو جڏهن ڪوبہ بيان ڏنو وڃي.

## قاعدو -١١. حڪمن جو متن:

هرهڪ ڪارروائي ۾ جڏهن ڪوبہ حڪم جانچ بعد حقيقت حال جي مناسبت سان ڪيو وڃي تہ، حڪم ڪندڙ رونيو عملدار انهن دليلن جو مختصر ذڪر ڪندو، جن تي اهو حڪم مدار رکي ٿو.

## قاعدو - ١٢. خرچ جي وصولي ۽ ورڇ:

(١) ڪنهن بہ ڪارروائي ۾، جنهن ۾ ڪو خرچ ڪيو ويو آهي تہ آخري حڪم ۾ ڪارروائي تي آيل خرچ جي ورڇ ڌرين جي وچ ۾ ڪئي ويندي.

(٢) اهڙي طرح ورڇ ڪيل خرچ رونيو عملدار طرفان اهڙي ذميوار شخص جي متحرڪ ملڪيت جي ضبطي ۽ وڪرو ذريعي قلم ٨٣ ۾ ڄاڻايل طريقي موجب وصوليءَ جوڳو ٿيندو.

**قاعدو - ١٣. بي دخل وغيره ڪرڻ بابت حڪمن جي تعميل:**

(١) غير متحرڪ ملڪيت مان بي دخل ۽ قبضي ڏيارڻ جو حڪم، اهڙي نموني تعميل ڪيو ويندو، جيئن سِول پروسيجر ڪوڊ ۾ هاءِ ڪورٽ جي مروج قاعدن ۾ حڪمن ۾ سِول ڪورٽ جي ڊڪريءَ جي تعميل لاءِ ڄاڻايل آهي.

(٢) انهن حڪمن جي تعميل ڪرڻ لاءِ رونيو عملدار وٽ حڪم جي عدولي يا مداخلت ۾ اهڙن پين ساڳين معاملن بابت اهي سڀ اختيار هوندا، جيڪي سِول ڪورٽ پيتي قلم(١) ۾ بيان ڪيل ڊڪرين جي تعميل لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿي.

**قاعدو -١۴. ٽپال ذريعي نوٽيس جي تعميل جو خرچ:**

جن ڪيسن ۾ نوٽس ٽپال ذريعي جاري ڪيا ويا آهن، انهن سيني واسطيدار ڌرين کي طلباٽو، في ماڻهو ٣۵ پئسن جي حساب سان گهٽ ۾ گهٽ ۵٠ پئسا ڪورٽ في ٽڪلين جي صورت ۾ ڏيڻي پوندي.

## ڀاڱو ٽيون

## ڳوٺ جو وڏيرو يا پٽيل

**قاعدي -١۵. کان قاعدي ٢٩ تائين:**

سنڌ رونيو بورڊ جي پڌرنامي1687/(ii) NO: 1-46-78-REV-I مورخ ٢٩ سيپٽمبر ١٩٨١ع موجب رد ڪيا ويا.

## ڀاڱو چوٿون

## حقن جو رڪارڊ

**قاعدو - ٣٠. رد ٿيل:**

سنڌ رونيو بورڊ جي پڌرنامي 1687/ (ii) NO: 1-46-78-REV-I مورخ ٢٩ سيپٽمبر

۱۹۸۱ع موجب رد ڪيو ويو ۽ قاعدا ۳۱. کان ۳۵ تائين سنڌ سان لاڳو نہ آهن.

## قاعدو ـ ۳۱. حقن جي رڪارڊ جي تياري، صحيح ۽ تصديق ڪرڻ جو طريقو:

(۱) ڪليڪٽر هر تعلقي لاءِ هڪ فهرست تيار ڪندو جنهن ۾ هر ديهہ اندر رڪارڊ جي تياريءَ جو بندوبست ڪندو، اهو اهڙيءَ طرح جيئن هر سال اندر هرهڪ سپروائيزري سرڪل جي ڪم جو چوٿون حصو مڪمل ٿئي.

(۲) حقن جي رڪارڊ ۾ رسَيل داخلائن جي سؤ سيڪڙو جانچ ۽ تصديق سپروائيزنگ تپيدار طرفان ڪئي ويندي.

(۳) حقن جي رڪارڊ ۾ داخلائون ۽ انهن متعلق دستاويزن يا ڪاغذ پٽن جي سؤ فيصد جانچ پڙتال ۽ تصديق سرڪل جو انچارج اسسٽنٽ مختيارڪار ڪندو، ۽ ۲۵ سيڪڙو مختيارڪار ڪندو.

(۴) مختيارڪار يا سرڪل جو انچارج اسسٽنٽ مختيارڪار رڪارڊ جي جانچ پڙتال ڪندو ۽ آخري تصديق ڪرڻ کان اڳ هيٺيون طريقہءِڪار اختيار ڪندو.

(i) گهٽ ۾ گهٽ ۲۵ سيڪڙو داخلائون ٿڌي يا موقعي تي وڃي ڪاتيدارن ۽ حقدارن جي موجودگيءَ ۾ پڙهي ٻڌائيندو.

(ii) گهٽ ۾ گهٽ ۲۵ سيڪڙو داخلائون جيڪي فارم VII-B ۾ رکيون ويون آهن، اهي فارم VII-A ۾ رکيل نين داخلائن سان ڀيٽيون وينديون.

(iii) گهٽ ۾ گهٽ ۲۵ سيڪڙو کاتن جي اڳئين رڪارڊ سان ڀيٽ ڪئي ويندي.

(۵) اسسٽنٽ ڪيلڪٽر گريڊI،ڪليڪٽر،ڪمشنر ۽ ڊائريڪٽر لئنڊ رڪارڊ پڻ وقت بوقت حقن جي رڪارڊ جي جانچ پڙتال ڪندا ۽ تصديق ڪندا. ان کان سواءِ هو اها پڻ خاطري ڪندا تہ رونيو جا هيٺيان عملدار يعني مختيارڪار ۽ اسسٽنٽ مختيارڪار مقرر ڪيل طريقي موجب جانچ پڙتال ۽ تصديق ڪندا رهن ٿا ۽ هن ڏس ۾ هنن قاعدن جي پوئواري ڪن ٿا.

(٦) مٿي ڄاڻايل پيٽي قاعدي (۲) کان وٺي (۵) موجب ڪيل جانچ پڙتال ۽ تصديق جو تفصيل هر مهيني تعلقي مختيارڪار کي فارم XVII ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر جي معرفت ڪليڪٽر کي موڪليندو، جيڪو وري پنهنجي طرفان

گڏيل تفصيلي رپورٽ ڪمشنر ڪي موڪليندو.
(۷) حقن جي رڪارڊ جي اصلي ڪاپي تعلقي آفيس جي حوالي ڪئي ويندي ۽ ٻي ڪاپي تپيدار پاڻ وٽ رکندو.
(۸) رڪارڊ جي ٽين ڪاپي واسطيدار يونين ڪائونسل يا ڪاميٽيءَ ۾ رکي ويندي.

## قاعدو -۳۲. ڦير گهير جي حڪم جو تت:

جڏهن رونيو عملدار اهڙي ڪنهن ڦير گهير يا ڪاتي بدل جو فيصلو ڪندو ته هو ان جو تت فارم XVIII ۾ حد جي يونين ڪائونسل يا يونين ڪاميٽيءَ کي ۽ ان کان سواءِ واسطيدار شخص کي، جنهن جو حق منتقل ڪيو ويو آهي، موڪلي ڏيندو.

**وضاحت:** وراثت جي ڪاتي بدل واري صورت ۾ فوتيءَ جي وارثن کي اهڙي فيصلي جو تت اماڻيو ويندو.

## قاعدو- ۳۳. ڦير گهير ۾ دير جي سبب بابت رپورٽ:

ڦير گهير يا ڪاتي بدل جا اهڙا ڪيس جن کي ٽن مهينن کان مٿي عرصو ٿيو هجي، تن بابت رونيو عملدار لازمي طور فارم XIX موجب يادداشت اسسٽنٽ ڪمشنر جي معرفت ڪليڪٽر کي رپورٽ موڪليندو.

## قاعدو- ۳۴. تپيدار جي ڪارگذاري يا ڊائري:

هر تپيدار پنهنجي حد ۾ رونيو جي سلسلي ۾ اهم ڪارگذارين بابت هڪ روزنامچو فارم XX موجب رکندو. ان کان سواءِ هن سلسلي ۾ ڪمشنر صاحب وقت بوقت هدايتون جاري ڪري سگهي ٿو.

## قاعدو- ۳۵. دستاويز پيش ڪرڻ يا قلم ۴۷ موجب اطلاع مهيا ڪرڻ:

جڏهن ڪنهن به رونيو عملدار يا تپيدار کي ڪو اطلاع مهيا ڪيو وڃي يا ڪو دستاويز فراهم ڪيو وڃي، جيئن قلم ۴۷ ۾ ڄاڻايل آهي، ته اهو رونيو عملدار يا تپيدار اهڙي اطلاع مهيا ڪندڙ يا دستاويز فراهم ڪندڙ شخص کي فارم XXI

موجب رسيد ڏيندو.

## قاعدو - ٣٦. تپيدار جي رڪارڊ جي چڪاس ۽ اُن جا سچا نقل يا اتارن جا سچا نقل:

(١) تپيدار ڪنهن بہ واسطيدار کي، انهن ڏينهن تي، جڏهن آفيسون کليل هجن، آفيسن جي وقت دوران پنهنجو رڪارڊ پنهنجي روبرو ڏسڻ ۽ ان مان پينسل سان نوٽ لکڻ جي اجازت ڏيندو، درخواست ڪندڙن کي انهيءَ جا سچا نقل ۽ اُتارا ڏيندو ۽ روزنامچي ۾ درج ڪندو تہ جانچڻ جي اجازت ڏني ويئي ۽ نقل ۽ اتارا ڏنا ويا.

(٢) اهڙا سچا نقل ۽ اتارا تپيدار طرفان درخواست ڪندڙ کي درخواست جي پهچ کان ٽن ڏينهن اندر ڏنا ويندا.

(٣) خرچ ۽ فيون جيڪي جدول جي ضميمي (ب) ۾ ذڪر ڪيل آهن، وصول ڪيون ويندون.

## قاعدو - ٣٧. تعلقي يا سب ڊويزن يا ضلعي جي رڪارڊ روم ۾ سپرد ڪيل نقشن ۽ زمين جي رڪارڊ جي چڪاس:

(١) تعلقي يا سب ڊويزن يا ضلعي جي رڪارڊ روم جو انچارج عملدار ڪنهن بہ واسطيدار کي هن ايڪٽ هيٺ تهيل نقشن ۽ زمين جي رڪارڊ ۽ سنڌ ڪنساليڊيشن آف هولڊنگ آرڊيننس ١٩٦٠ع هيٺ تيار ڪيل ڪاغذن جي، ڪم وارن ڏينهن تي آفيسن جي وقت دوران رڪارڊ روم ۾ پنهنجي روبرو جانچ ڪرڻ ۽ ان مان پينسل سان نوٽ لکڻ جي اجازت ڏيندو.

(٢) رڪارڊ روم ۾ پيل نقشن ۽ زمين جي رڪارڊ کي جانچڻ لاءِ درخواست لکيت ۾ ڪئي ويندي جنهن ۾ چٽيءَ طرح يعني تفصيل وار اهو رڪارڊ ڄاڻايو ويندو، جنهن جي جانچ ڪرڻ جي خواهش ڪئي ويئي آهي.

(٣) پوري هڪ ڪلاڪ يا ان جي حصي لاءِ، جنهن ۾ اهو رڪارڊ چڪاس ڪيو ويندو، ان لاءِ هيٺيون فيون ڏنيون وينديون:

(أ) رواجي حالت ۾ هڪ روپيو.

(ii) جلديءَ جي حالت ۾ ٻه روپيا.

جڏهن درخواست ۾ جانچ ڪرڻ واري رڪارڊ جو نمبر، تاريخ ۽ قسم نه ڄاڻايل هوندا يا اهڙي درخواست ۾ ڄاڻايل، تفصيل غلط هوندو جنهن ڪري رڪارڊ جي ڳولا ضروري ٿيندي ته پوءِ هر اهڙيءَ ڳولا لاءِ في هڪ روپئي جي حساب سان ڏيڻي پوندي.

سمجهاڻي: هن قاعدي جي مطلب لاءِ ضلعي جو سپروائيزنگ ٽپيدار يا تعلقي آفيس جو سپروائيزنگ ٽپيدار، ضلعي ۽ تعلقي سب ڊويزن جي رڪارڊ روم جو جدا جدا انچارج ٿيندو. انهن عهديدارن جي غيرحاضريءَ جي حالت ۾ انهن جا مددگار يا ٻيا زيردست، ڪليڪٽر طرفان مقرر ڪيل يا عيوضي طور موڪليل، اهڙا فرض بجا آڻيندا.

(٣) جدا قسم جي رڪارڊ جي جانچ لاءِ جدا درخواست ڪئي ويندي ۽ جدا في ڏني ويندي.

(٣) في اسٽامپ جي صورت ۾ ادا ڪئي ويندي، جا اصل درخواست تي درخواست گذار طرفان رڪارڊ ڏسڻ کان اڳ ۾ لڳائڻي پوندي.

# ڀاڱو پنجون

## فصل جي پڙتال ۽ خرابو

### قاعدو - ٣٨. تاريخ جنهن تي هرهڪ فصل جي لاباري جي پڙتال شروع ٿيندي:

(١) جن تاريخن تي هرهڪ فصل جي پڙتال شروع ٿيندي اهي تاريخون ڪمشنر علائقي جي حالتن پٽاندر مقرر ڪري سگهي ٿو. تاريخن جي اهڙي مقرريءَ جي غير موجودگي ۾ هرهڪ فصل جي پڙتال هيٺينءَ ريت شروع ٿيندي:

**خريف :-** پهرين سيپٽمبر کان ٣١ آڪٽوبر،

**ربيع:-** پهرئين جنوري کان ٣١ جنوري،

آڏائون:- پهرين مارچ کان ۱۵ مارچ.

(۲) جڏهن ڪن سببن ڪري فصل جو پچڻ دستوري وقت کان پوءِ ٿئي ته ڪليڪٽر پڙتال وڌ ۾ وڌ پندرهن ڏينهن لاءِ ملتوي ڪري سگهي ٿو.

## قاعدو - ۳۹. فصل جي پڙتال جو رجسٽر:

هرهڪ ديهه لاءِ فصلن جي پڙتال جو رجسٽر ديهه جي فارم VI ۾ رکيو ويندو.

## قاعدو -۴۰. نمبر شماري رجسٽر ۾ داخلائن جي درستي:

ديهه جي فارم VIII الف جي تيار ٿيڻ بعد پڙتال جي رجسٽر (نمبر شماري) ۾ جدا جدا فصلن جي ڪيل داخلائن ۾ ڪابه ڦير ڦار، ڪليڪٽر جي منظوريءَ کان سواءِ نه ڪئي ويندي. جيڪڏهن ديهه جي فارم VII الف يعني حقن جي رجسٽر جي تيار ڪرڻ وقت پڙتال جي رجسٽر ۾ ڪابه داخلا غلط ڏسڻ ۾ اچي ته اها ڪنهن به حالت ۾ بنا ڦيرائڻ جي ڇڏڻ گهرجي ۽ درست داخلا ڳاڙهي مس سان ريمارڪ واري خاني ۾ نوٽ ڪئي وڃي ۽ سپروائيزنگ تپيدار طرفان تصديق ڪئي وڃي.

## قاعدو - ۴۱. فصل جي نه ٿيڻ جي حالت ۾ نمبر شماري ۾ داخلا:

(۱) جڏهن ڪوبه فصل تخم زدي ٿئي يعني نه ڦٽي يا سڪي وڃي يا ڪنهن موسمي مصيبت سبب تباه ٿي وڃي يا پيداوار عام رواجي پيداوار کان گهٽ ٿئي ته اهڙيون داخلائون نمبر شماري ۾ پڙتال وقت رکيون وڃن.

(۲) جن ايراضين ۾ ڏيل قلم ۵٦ جي پيٽي قلم (۳) جي فقري ب موجب تجويز ڪيل اگهن تي ٻڌي ويئي هجي ته خرابي جون يادداشتون فارم XXV ۾ تيار ڪيون وينديون.

(۳) خرابي جي يادداشت ۽ داخلائون سڀُ سيڪٽرو سپروائيزنگ تپيدار طرفان، پنجاه سيڪڙو اسسٽنٽ مختيارڪار يا مختيارڪار طرفان ۽ پنجويهه سيڪڙو اسسٽنٽ ڪليڪٽر فرسٽ گريڊ طرفان سرزمين تي چڪاس ڪيون وينديون.

(۴) خرابي جي يادداشت جي چڪاس، تپيدار طرفان فصلن جي پڙتال پوري ڪرڻ کان پوءِ پندرهن ڏينهن اندر ڪرڻ گهرجي.

**قاعدو - ۴۲. پيمانو، جنهن مطابق معافي ڏني وڃي:**

خرابي سبب ڊل ۾ ڪاٽ هيٺين جدول موجب (فصل جي سراسري پئداوار سئو پيسا وٺندي) داخلا ڪئي ويندي:-

(الف) پنجهتر پئسن کان وڌيڪ پيداوار جي صورت ۾ ڪابہ ڪاٽ نہ ٿيندي.

(ب) ۵۰ پئسن کان وڌيڪ پر پنجهتر پئسن کان گهٽ پيداوار جي صورت ۾ آباد ٿيل ايراضيءَ جو ۱/۴ حصو ڪاٽبو.

(ج) ۲۵ پئسن کان وڌيڪ پر پنجاهہ پئسن کان گهٽ پئداوار جي صورت ۾ آباد ٿيل ايراضيءَ جو ۱/۲ حصو ڪاٽبو.

(د) ۲۵ پئسن کان گهٽ پئداوار جي صورت ۾ سڄي ايراضي ڪاٽبي.

**سمجهاڻي:** ۱ جڏهن فصل جو لابارو پڙتال کان اڳ ڪيو وڃي تہ ان جو اهو انومان وٺڻ گهرجي تہ فصل پوريءَ طرح پڄي راس ٿيو هو ۽ ڪوبہ خرابو/ معافي هن قاعدي هيٺ نہ ڏنو ويندو.

**سمجهاڻي:** ۲ جنهن حالت ۾ ڪاٽيدار کي تپيدار يا سپروائيزنگ تپيدار طرفان ڪتيل خرابي لاءِ اعتراض آهي تہ هن جو اهڙو اعتراض فارم - XXV جي ريمارڪ واري خاني ۾ نوٽ ڪجي ۽ مختيارڪار يا اسسٽنٽ مختيارڪار پاڻ اهڙي سروي نمبر جي چڪاس ڪري نتيجو قائم ڪري.

**قاعدو - ۴۳. حالتون جن هيٺ خرابي جون يادداشتون تيار نہ ڪيون وينديون:**

عام يا هر هنڌ پکڙيل آفت، جهڙوڪ: ٻوڏ، ڳڙي واري برسات ۽ ماڪڙ جي حالت ۾ ڪليڪٽر قاعدي نمبر۴۱ جي پيٺي قاعدي (۲) ۾ ذڪر ڪيل يادداشت جي تياري کي غير ضروري قرار ڏئي سگهي ٿو.

# ڀاڱو ڇهون

## طلب جون يادداشتون

**قلم-۴۴ ۽ ۴۵** سنڌ سان لاڳو نہ آهن.

# پاڳو ستون

## تپيدارن ذريعي ڍل جي وصولي

### قاعدو - ۴٦ . ڍل، محصول ۽ سيس جي ادائگي:

(١) ڍل، محصول ۽ سيس جي باري ۾ سيني رقمن جي ادائگي واسطيدار تپيدار کي ڪئي ويندي جيڪو رقم ملڻ تي ديهه جي مقرر فارم - IX مطابق کاتيدارن کي رسيد جاري ڪندو. تپيدار اها رقم مقرر ديهه فارم - X موجب، جنهن جي چڪاس مختيارڪار يا اسسٽنٽ مختيارڪار ڪئي هوندي ۽ ان تي صحيحون ڪيل هونديون. سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائيندو.

(٢) جتي ڪليڪٽر جي خصوصي بندوبست سان، ڪنهن ماڻهوءَ کي سرڪاري خزاني ۾ ڍل سڌو ڀرڻ جي موڪل ڏني وئي آهي تہ اها ادائگي چالان ذريعي ديهه جي فارم-X تي ڪئي ويندي، جنهن کي سيڪنڊ منشي ۽ مختيارڪار يا اسسٽنٽ مختيارڪار درست ڪندا ۽ صحيح ڪندا.

(٣) کاتيدار ڍل جي رقم يا ٻيون بقايائون هيٺين طريقن موجب ڏيئي سگهن ٿا:

(الف) واسطيدار مختيارڪار کي، ڪراس چيڪ ذريعي ڍل جي بل جو نقل شامل ڪرڻ سان.

(ب) واسطيدار مختيارڪار ڏانهن مني آرڊر ذريعي، پر ان حالت ۾ ڍل جي بل جون داخلائون مني آرڊر جي ڪوپن ۾ نقل ڪيون وينديون.

مٿي ذڪر ڪيل حالتن ۾ واسطيدار مختيارڪار ديهه جي فارم- X ذريعي رقم جو چالان سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائڻ جو بندوبست ڪندو.

### قاعدو - ۴٧. مختيارڪار، اسسٽنٽ مختيارڪار، سپروائيزنگ تپيدار ۽ تپيدار طرفان ضمانت ڏيڻ:

(١) سيني مختيارڪارن، اسسٽنٽ مختيارڪارن، سپروائيزنگ تپيدارن ۽ تپيدارن کي نوڪري تي چڙهڻ کان اڳ، هيٺين ريت سندن عهدن جي سامهون ڏيکاريل رقمن جون ضمانتون يا تہ مرڪزي حڪومت جي شرح ٽيل سيڪيورٽي ڊپازٽ (وڪري ڪرڻ جي اختياري سميت) ذريعي يا فارم - XXXI ذريعي ڏيڻيون پونديون.

(الف) مختيارڪار ................................ ڏهہ هزار روپيا

(ب) اسسٽنٽ مختيارڪار .........................پنج هزار روپيا

(ج) سپروائيزنگ تپيدار ..........................پنج هزار روپيا

(د) تپيدار ................................... پنج هزار روپيا

(٢) ضمانت ناما ڪليڪٽر وٽ جمع ڪرايا ويندا.

## قاعدو-۴٨. ضامن جي ذميواري اصلي شخص جهڙي هوندي:

متي قلم ۴٧ هيٺ رونيو عملدار طرفان ڪوتاهيءَ جي صورت ۾، سندس ضامن يا ضامنن خلاف اهڙيءَ طرح انفرادي يا اجتماعي طور ڪارروائي ڪئي ويندي، جهڙي طرح اهو اصلي شخص پاڻ ذميوار هو، تنهن هوندي بہ اصلي شخص جي خلاف بہ ڪارروائي هلائي سگهجي ٿي. بشرطيڪ ادائگي ۾ يا حڪومت کي جيڪو سڇي پڇي نقصان ضامن ڏيندڙ جي ڪوتاهي ڪري يا قصور ڪري پوي، ضمانت نامي جي شرطن موجب ان رقم جي ادائگي ۽ ان جي پورائي ڪرڻ کان وڌيڪ رقم ضامن يا ضامنن کان وصول نہ ڪئي ويندي.

## قاعدو- ۴٩. اصلي ذميوار جي فوت ٿيڻ ڪري يا ٻي نوڪري ملڻ ڪري ضامن جي ذميواري تي اثر نہ پوندو:

ضامن يا ضامنن جي ذميواري، اصلي ذميوار جي فوت ٿيڻ ڪري يا ضمانت نامي لکي ڏيڻ وقت جنهن عهدي تي مقرر هو ان کان ٻي عهدي تي مقرر ٿيڻ ڪري متاثر نہ ٿيندي، پر اها ايستائين هلندي رهندي، جيستائين ضامن ڏيندڙ ڪنهن اهڙي عهدي تي رهندو، جنهن ۾ ضمانت جي ضرورت آهي يا جيسين هن جو ضمانت نامو رد ڪيو وڃي.

## قاعدو - ٥٠. ضامن ڪهڙيءَ ريت ذميواري کان دستبردار ٿي سگهي ٿو:

ڪوبہ ضامن جيڪو جدا ضمانت نامي ۾ هجي يا گڏيل ضمانت نامي ۾ هجي، سو ڪنهن بہ وقت ضمانت تان دستبردار ٿي سگهي ٿو ۽ ان لاءِ هو انهي عملدار وٽ، جنهن کي ضمانت نامو ڏنو ويو آهي، لکيت ۾ بيان ڏئي تہ هو اهڙي

دستبرداري ڏيڻ چاهي ٿو تہ هن جي جوابداري ضمانت موجب، اهڙي لکيت جي تاريخ کان سٺ ڏينهن گذرڻ بعد، هن جي ضمانت ڏيندڙ تي پئسن متعلق انهن سيني طلبن بابت ختم ٿيندي، جن جي ادائگي لاءِ اهو اصلي شخص سٺ ڏينهن جي عرصي کان پوءِ ذميوار ٿيندو. پر ضامن جي جوابداري اهڙين طلبن لاءِ ختم نہ ٿيندي، جن لاءِ ضامن ڏيندڙ اهڙي عرصي گذرڻ کان اڳ ذميوار ٿيو هجي، جيتوڻيڪ اهڙي ذميواري کي ثابت ڪندڙ واقعا انهيءَ عرصي تائين ظاهر ٿي نہ سگهيا هجن.

## قاعدو - ٥١. ضامنن جو رجسٽر :

ڪليڪٽر پنهنجي ضلعي جي سيني عملدارن طرفان ڏنل ضمانتن جو رجسٽر فارم XXXII ۾ رکندو.

## قاعدو-٥٢. قسطن جو تعداد ۽ رقم:

(١) جڏهن ڪنهن ديهہ جي ساليانی ڍل، ڪنهن بہ هڪ فصل تي ڏيٽي آهي تہ انهيءَ ديهہ مان سيسن ۽ محصولن جي ڪري هر سال اندر ملڻ واري رقم ساڳي فصل تي ڏني ويندي.

(٢) ٻين سيني حالتن ۾ ڪنهن ديهہ مان سيسن ۽ محصولن جي ڪري ساليانی ملڻي رقم ٻن قسطن ۾ ڏني ويندي هڪ خريف جي فصل ۾ ۽ ٻي ربيع جي فصل ۾ ۽ هرهڪ قسط سال جي پوري طلب جو ايترو حصو هوندي جيترو حصو ساڳي ديهہ ۾ وصول ٿيندڙ ڍل جي قسط يا قسطن جو ساڳي فصل لاءِ ساڳي سال اندر ديهہ جي ڪل ملندڙ ڍل تي ٿيندو.

## قاعدو -٥٣. محصول ۽ سيس ڍل جي پهرين قسط سان ڏنا ويندا:

هر فصل تي وصوليءَ جوڳا محصول ۽ سيس ان تاريخ تي ڏيٽا پوندا، جنهن تي ساڳي ديهہ ۾ ساڳي فصل لاءِ ڍل جي پهرين قسط ڏيٽي هوندي ۽ سواءِ ان جي جيئن هنن قاعدن ۾ ڪنهن ٻيءَ طرح ڄاڻايو وڃي، اها قسط ساڳي تعلقي ۾ حڪومت کي ملندڙ ڍل جي وٺڻ لاءِ مقرر ڪيل رونيو آفيس ۾ ڏيٽي آهي.

### قاعدو -٥٤. جنهن ديهہ ۾ ڍل وصولي جوڳي نہ آهي ان بابت حڪم:

جڏهن ڪنهن ديهہ ۾ ڪابہ ڍل ڏيڻي ڪانہ آهي تہ اتان وصول ٿيندڙ سيس ۽ محصول اهڙين قسطن ۽ تاريخن تي ڏيڻا پوندا، جيڪي پرپاسي وارين ديهن ۾ ڪليڪٽر هن قاعدي هيٺ مقرر ڪيا هوندا.

### قاعدو - ٥٥ کان ٥٩ تائين

مٿيان قاعدا رونيو بورڊ سنڌ جي پڌرائي ((NO: 146-78-REV.I/(ii)1687) مورخہ ٢٩ سيپٽمبر ١٩٨١ع موجب رد ڪيا ويا.

## نوٽيس في

### قاعدو -٦٠. نوٽيس جي تعميل لاءِ في:

هن ايڪٽ جي باب انين ۽ ڇهين هيٺ ڍل جي وصوليءَ لاءِ طلب جي هرهڪ نوٽيس، وارنٽ يا ڪنهن ٻي ڪارروائيءَ جي تعميل لاءِ پنجن روپين کان مٿي ڍل جي حالت ۾ هڪ روپيو في ۽ پنجن روپين يا ان کان گهٽ ڍل جي حالت ۾ ٧٥ پئسا في وصول ڪئي ويندي.

## ڀاڱو اٺون

## ڍل جي معافي

### قاعدو -٦١. معافي منظور ڪرڻ جا اختيار:

ڍل جي معافي متعلق اختيار هيٺين ريت حوالي ڪيل آهن:

(الف) فصل نہ ٿيڻ جي ڪري ڍل جي معافي:

(i) رونيو بورڊ سمورا اختيار.

(ii) ڪمشنر : سمورا اختيار.

(ب) آفتن جي سبب ڍل جي معافي:

(i) رونيو بورڊ سمورا اختيار.

(ii) ڪمشنر: ڏهه هزار روپين تائين هرهڪ ضلعي لاءِ.

(iii) ڊپٽي ڪمشنر: هڪ هزار روپين تائين.

# پاڱو نائون (الف)

## ماپون ۽ حد نشان

### قاعدو - ٦٢. ٻيلي واري زمين جيڪا حڪومت جي آهي سا ديهه سمجهي ويندي:

غير آباد ۽ ٻيلي جي زمين جون حدون ۽ نروار ڪيل سڀ ايراضيون، جيڪي حڪومت جي ملڪيت آهن، سي هن ايڪٽ ۾ ديهون شمار ڪيون ويون آهن.

### قاعدو - ٦٣. سروي نشان:

سروي آف پاڪستان کاتي طرفان لڳايل سروي نشان جيڪي قلم ۴ جي فقري (٢۴) ۾ بيان ٿيل آهن،ان ۾ هيٺ ڏيکاريل نشان شامل آهن:

(١) ڪاٺ وڏي ٽڪنڊي ڏيوري يا ڪو وڏو ٽڪنڊو چبوترو.

(٢ ) بنيادي لائين وارا پٿر جيڪي درياءَ جي ڪپن واري زمين جي ماپ وقت لڳايا ويندا آهن.

(٣) ٽراورس اسٽيشن، يعني اهو نشان جو آرپار جون حدون ڏيکاري (انهن ديهن ۾ جيڪي چورس نموني تي ماپ ڪيل نه آهن).

(۴) ٻي ٽراورس ڊيٽا، جيئن ڪنڊ وارا پٿر جيڪي مستطيل بلاڪن جي نشاندهي ڪن.

(۵) بين الاقوامي سرحدن وارا ٿنڀا.

### قاعدو - ٦۴. حد نشان:

هيٺ ڏيکاريل حد نشان، روينيو عملدار طرفان يا هن جي حڪم هيٺ لڳايا ويندا.

(الف) سه حدا يعني ٽن ملندڙ حدن وارا ٿنڀا: هر ان جڳهه تي، جتي ٻن کان

وڏيڪ ڏيهن جون حدون ملن يا حدبندي وارا دنگ اچي گڏجن اتي ۽ ٻيءَ اهڙي جڳهہ تي جا ڏيهہ جي حد آسانيءَ سان معلوم ڪرڻ لاءِ ضروري سمجهي وڃي، اتي هيٺ ڏيکاريل تفصيل وارا ٽِڪُنڊا ٽنيا ناهيا ويندا:

(١) **سامان:** . پٿر جو هڪ يڪسرو ٽڪر (بلاڪ) يا چُن ۽ گچ جو پٿر يا پڪل سِر جو رازڪو جوڙ؛ جيڪڏهن رازڪو جوڙ هجي تہ مٿئين حصي کي چوني جي پڪي پلسِتر سان لنبيو ويندو.

(٢) **بناوت:** . جيڪڏهن پٿر جو يڪسرو ٽڪر هجي تہ ان جي ڊيگهہ ۽ ويڪرائي ١٨ انچن ۽ اونهائي ٽن فوٽن کان گهٽ نہ هجي. جيڪڏهن رازڪي جوڙ جو ڪعب (ڇهہ پاسي شڪل) هجي تہ ڪعب جو هر هڪ پاسو ٽن فوٽن جي ڊيگهہ کان گهٽ نہ هجي.

(٣) **بيهڪ** :. ٽنيي جو هيٺيون حصو هڪ ڪَري مٿاڇري تي اهڙي طرح کوڙجي جو ٽنيي جو صرف اڌ حصو زمين کان مٿي هجي.

(ب) **دڙبون:**

(i) ٻن سرحدن جي وچ ۾ بائونڊري لائين جي هرهڪ ڪنڊ جي هڪ دڙو يا دڙي (مٿيءَ جو ٽنيو يا پٿر جو يڪسرو ٽڪر) لڳايو ويندو.

(ii) هرهڪ چورس بلاڪ يا مستطيل بلاڪ جي ڪُنڊ تي رازڪو تهيل نشان يا پٿر جو ٽنيو لڳايو ويندو.

## قاعدو- ٦٥. زمين جي ماپ يا سروي:

زمين جي ماپ يا سروي هيٺين قسم جي ٿيندي:

(الف) چورس نموني تي. يا

(ب) مستطيل نموني تي. يا

(ج) جابلو علائقن يا درياءَ جي ڪپن وارين ايراضين يا ساڳي قسم جي ٻي زمين ۾ جتي چورس يا مستطيل نموني ماپ يا سروي ڪرڻ ناممڪن آهي اتي ڪيٽ وار يعني جنهن صورت ۾ اها ممڪن هجي ان طرح ماپ ڪبي.

## قاعدو – ٦٦. سروي نمبر جي ايراضي يا ماپ:

قلم ١٢٣ جي پيٽي قلم (١) جي تهرائن جي باوجود جيڪي سروي نمبر اڳ ۾

هڪ ايڪڙ ايراضي کان گهٽ ٿاهيا ويا آهن، يا جيڪي ڪليڪٽر جي ڪنهن ڏنل حڪم موجب ٿاهيا وڃن يا جنهن سروي نمبر جي ايراضي حقن جي رڪارڊ ۾ هڪ ايڪڙ کان گهٽ هوندي ۽ جدا طور داخل ٿيل آهي، سي سروي نمبر هن ايڪٽ هيٺ نهيل سمجهيا ويندا.

## قاعدو -٦٧. سروي يا خسري نمبر کي ورهائڻ لاءِ شرط ۽ بندشون:

(١) سروي نمبر ڪيترن ئي ٽڪرن ۾ ورهائي يا ڪاٽي سگهجن ٿا:

(الف) جيڪڏهن قلم ٤٢ جي پيٽي قلم (٣) ۾ ڄاڻايل حقن جي حاصل ڪرڻ لاءِ ضرورت پوي؛

(ب) يا ڪن ٻين سببن ڪري، ڪليڪٽر جي منظوريءَ سان.

(٢) رونيو بورڊ جي پڌرائي NO:146-78-REV:I/(ii)/1687 مورخه ٢٩ سيپٽمبر ١٩٨١ع موجب رد ٿيل.

# ڀاڱو ٽائون (ب)

## زمين جي حد نرواري ۽ ناجائز دخل ڪار ڪاتيدارن جي بي دخلي

## قاعدو - ٦٧. (الف) زمين جي حد نرواري:

قلم ١٧٧ هيٺ ڪيل درخواست ۾ هيٺيون تفصيل ڄاڻايو ويندو:

(الف) درخواست ڪندڙ جو نالو، پيءُ جو نالو ۽ پتو ۽ جيڪڏهن درخواست ڪندڙ صغير يا نابالغ آهي ته ان جي سنڀاليندڙ يا ڪٽنب جي ڪنهن به مرد ڀاتيءَ جو نالو، پيءُ جو نالو ۽ پتو.

(ب) انهيءَ شخص يا شخصن جو نالو، پيءَ جو نالو ۽ پتو جنهن يا جن جي خلاف درخواست ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن اهو يا انهن مان ڪوبه صغير يا صحيح العقل نه آهي ته انهيءَ جي سنڀاليندڙ يا ان جي ڪٽنب جي ڪنهن به مرد ڀاتيءَ جو نالوءِ پتو.

(ج) ماپ هيٺ زمين جو پورو تفصيل ۽ هند.

(د) درخواست ڪرڻ جي ضرورت يا سبب مختصر ۽ حقيقت جو واضح بيان.
(هـ) درخواست ڪندڙ جي صحيح يا آڱوٺي جو نشان.
(و) ڪو ٻيو مواد جو درخواست جي صحيح نيڪال لاءِ ضروري هجي.
(٢) پيٽي قاعدي (١) هيٺ ڪيل درخواست تي هڪ روپئي جي ڪورٽ فِي ٽڪلي لڳائي ويندي ۽ ان سان هيٺيان تفصيل شامل ٿيندا:
(الف) درخواست ۾ ڄاڻايل زمين بابت ديهه جي فارم VII - الف جي پوئين داخلا جو تصديق ٿيل نقل.
(ب) ديهه جي نقشي جي ان حصي جو تصديق ٿيل نقل جيڪو درخواست ۾ ڄاڻايل زمين جا سروي نمبر ڄاڻائيندو هجي.
(٣) درخواست هيٺين کي پيش ڪئي ويندي:
(الف) مختيارڪار جيڪڏهن ماپ واري زمين تعلقي جي حدن اندر واقع آهي.
(ب) اسسٽنٽ ڪمشنر جيڪڏهن ماپ ٿيٽي زمين جون حدون پرواريءَ سب ڊويزن يا ضلعي تائين پکڙيل آهن.
(٤) پيٽي قاعدي (٢) ۾ ڄاڻايل تصديق ٿيل ڪاپين سميت اهڙي درخواست ملڻ تي واسطيدار روينيو عملدار:
(الف) درخواست سندس آفيس ۾ فارم XXXIII الف ۾ رکيل رجسٽر ۾ داخل ڪرائيندو،
(ب) حدن جي ماپ لاءِ تاريخ ۽ وقت مقرر ڪندو، ۽
(ج) فارم - XXXIII ب ۾ نوٽيس ٻن ڪاپين ۾ هيٺين ڌرين ڏانهن جاري ڪرائيندو:
(i) درخواست ۾ ڄاڻايل ڌرين ڏانهن،
(ii) سرڪل جي سپروائيزنگ تپيدار ڏانهن،
(iii) ديهه جي روينيو تپيدار ڏانهن جيڪڏهن ان جي معرفت نوٽيس تعميل نه ڪرايو وڃي، ۽
(iv) ڪنهن ٻئي شخص ڏانهن جنهن جي موجودگي حدن جي نرواري وقت ضروري يا لازمي سمجهي وڃي.

(۵) پيٽي قاعدي (۴) جي فقري (ج) هيٺ جاري ڪيل نوٽيس ۽ ان ۾ ڊيڪاريل ماڻهن تي زمين جي حد نرواري لاءِ مقرر ڪيل تاريخ کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ هفتو اڳ درخواست ڪندڙ جي خرچ تي هيٺئين نموني تعميل ڪيا ويندا:

(الف) نوٽيس جي ڪاپي ان ۾ ڄاڻايل شخص کي ڏيڻ سان ۽ ان جي صحيح يا آڱوٺي جو نشان ٻي ڪاپي تي وٺڻ سان تہ جيئن نوٽيس تعميل ٿيڻ جي پڪ ٿئي.

(ب) نوٽيس سان واسطو رکندڙ ماڻهوءَ جي غير حاضريءَ جي حالت ۾ يا ان جي نوٽيس وٺڻ کان انڪار جي صورت ۾ نوٽيس جي هڪ ڪاپي ان جي گهر يا سندس رهائش واري جاءِ جي ٻاهرين دروازي تي گهٽ ۾ گهٽ هڪ شاهد جي روبرو لڳائڻ سان.

(ج) جيڪڏهن نوٽيس سان واسطو رکندڙ شخص ان ديهہ کان سواءِ جنهن ۾ زمين واقع آهي، ڪنهن ٻئي هنڌ رهندڙ آهي تہ نوٽيس رجسٽر پوسٽ ذريعي موٽ رسيد سان تعميل ڪيو وڃي يا ڪنهن ٻئي ذريعي سان جيئن رونيو عملدار مناسب سمجهي.

(٦) حدن جي نرواريءَ لاءِ مقرر ڪيل وقت ۽ تاريخ تي رونيو عملدار پيٽي قاعدي (۴) جي شق (ج) ۾ ڄاڻايل ڌرين ۽ ماڻهن جي موجودگيءَ ۾، جيڪي حاضر ٿي سگهيا هجن، زمين جي ماپ پنهنجي شخصي نظرداري هيٺ ۽ رونيو بورڊ طرفان وقت بہ وقت بابت جاري ڪيل هدايتن ۽ هلندڙ حڪمن موجب ڪرائيندو.

٧ - (الف) ضروري ماپ ڪرڻ کان پوءِ جلدي رونيو عملدار اهڙي گڏ ڪيل ڄاڻ جي آڌار تي بيجا دخل ڪيل ايراضيءَ جي، جيڪڏهن ڪا هجي تہ، صورتحال تيار ڪري ۽ رپورٽ تيار ڪندو، جنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏوگڏ هيٺيون تفصيل ڄاڻايو ويندو:

(i) وقت، ۽ تاريخ ۽ حد نرواريءَ جي جڳهہ.

(ii) ماپ ڪيل ۽ نروار ڪيل زمين جو پورو تفصيل.

(iii) ڪيل ماپن جا تفصيل ۽ طريقءِڪار.

(iV) جن شخصن جي روبرو اهڙيون ماپون ڪيون ويون، انهن ۽ ماپ جي ڪارروائين ۽ انهن جي خلاف اٿاريل اعتراضن جو تفصيل، جيڪڏهن ڪي ڪيا ويا هجن.

(V) دخل ڪيل ايراضي، جيڪڏهن ڪا هجي، ان جون ماپون ۽ اهي ماڻهو جيڪي ان ايراضيءَ تي قابض ڏٺا ويا هجن.

(ب) رونيو عملدار ريپورٽ تيار ڪرڻ ڪان پوءِ ڏرين ڪي پڙهي ٻڌائيندو ۽ انهن جا بيان رڪارڊ ڪندو تہ ڇا انهن ڪي ريپورٽ جي ڪنهن بہ حصي تي اعتراض آهي يا؛

(ج) رونيو عملدار ڪارروائيءَ جو رڪارڊ، ريپورٽ ۽ دخل ڪيل ايراضيءَ جي صورتحال نقشي سميت پنهنجي دفتر ۾ رکندو ۽ ڪارروائي جا تفصيل آفيس ۾ فارم - XXXIII الف ۾ رکيل رجسٽر ۾ داخل ڪرائيندو.

## قاعدو - ٦٧ (ب) ناجائز دخل ڪار ڪاتيدارن جي بيدخلي:

(١) دخل ڪندڙ ڪاتيدارن ڪي قلم ١٢٢ هيٺ بي دخل ڪرڻ جي مطلب لاءِ فارم XXXIII -C ۾ نوٽيس ڪڍي، ڪليڪٽر ان ڪي نوٽيس ۾ ڏيکاريل تاريخ تي پاڻ وٽ حاضر رهڻ لاءِ قاعدي ٦٧. الف جي پيٽي قاعدي (٥) ۾ ڄاڻايل طريقي موجب تعميل ڪرائيندو.

(٢) جيڪي ڌريون حاضر ٿيون هجن انهن جي ٻڌڻ ۽ حد نرواريءَ جي ڪارروائيءَ جي رڪارڊ چڪاسڻ بعد، ڪليڪٽر هيٺين موجب حڪم ڪري سگهي ٿو:

(الف). حد نرواريءَ جي ڪارروائي قاعدي ٦٧ - الف هيٺ وري نئين سر هلائي وڃي، جيڪڏهن هن ڪي خاطري ٿئي تہ ڪاتيدار ڪي حد نرواريءَ جي ڪارروائي جي خبر ڪانہ هئي يا رونيو عملدار طرفان اهڙي ڪارروائي ۾ ڪا خاص بي قاعدگي ڪئي ويئي آهي يا؛

(ب) جيڪڏهن دخل ڪندڙ ڪاتيدار آخري شنوائي ڪان ٽيهن ڏينهن اندر زمين خالي ڪرڻ قبول نٿو ڪري تہ پوءِ ان زمين خالي ڪرائڻ خاطر ڪليڪٽر فارم XXXIII -D ۾ بي دخليءَ جو وارنٽ جاري ڪندو، جنهن جي تعميل پوليس يا ان جي مدد ڪان سواءِ اهو عملدار ڪندو جو سپروائيزنگ تپيدار جي درجي ڪان گهٽ نہ هوندو.

پر شرط هي آهي تہ جتي ڪارروائي دوران مالڪيءَ بابت يا ڪو منجهيل قانوني

مسئلو پيدا ٿي چڪو هجي تہ ڪليڪٽر درخواست جي اهڙي نوعيت بابت ڪوبہ حڪم پاس نہ ڪندو ۽ ڌرين کي سول ڪورٽ ڏانهن موڪليندو.

# پاڱو ڏهون

## رونيو عملدارن جي معرفت سول ۽ فوجداري ڪورٽن جي ڪن حڪمن جي تعميل

### قاعدو - ٦٨. وڪري کان اڳ پيدائش جي قيمت جي ڪٽ:

جڏهن ڪنهن زمين جي پيدائش ضبطيءَ جي حڪم جي پوئواري ۾ ضبط ڪئي ويئي آهي ۽ وڪري لاءِ ڪليڪٽر کي سول يا فوجداري ڪورٽ طرفان چيو وڃي تہ ڪليڪٽر حڪم ڪندو تہ ضبط ٿيل پيدائش جي قيمت اهڙي رونيو عملدار طرفان، جنهن جي حد ۾ اها زمين واقع آهي حڪم جي پهچ جي تاريخ کان وٺي هڪ مهيني اندر مقرر ڪئي وڃي ۽ تيسين پيدائش وڪرو نہ ڪئي ويندي، جيسين ان جي ڪٿيل قيمت ڪليڪٽر طرفان يا ٻي ڪنهن رونيو عملدار طرفان جو هن طرفان ان بابت مقرر ڪيو وڃي منظور ڪئي وڃي. پر شرط هي آهي تہ جيڪڏهن مقرر وقت اندر قيمت ڪٿي نہ وئي تہ پيدائش جو وڪرو صرف ان سبب ڪري نہ روڪيو ويندو.

### قاعدو - ٦٩. ڪهڙي ايجنسي کي وڪرو ڪرڻ ۾ استعمال ڪجي:

زمين جي پيدائش جو وڪرو، رونيو عملدار يا سپروائيزنگ تپيدار ڪندو جنهن جي حد ۾ اها زمين آهي. وڪرو چڱي مڙس يا ٽائون ڪاميٽي يا ضلعي ڪائونسل يا يونين ڪائونسل جي ميمبر، جنهن جي حد ۾ اها زمين واقع آهي، جي موجودگيءَ ۾ ڪيو ويندو.

### قاعدو - ٧٠. تاريخ جنهن تي ديواني ڪورٽ جي ڊڪري حاصل

### ڪنڌڙ ڪي قبضو ڏيڻو آهي:

جڏهن ڪنهن سول ڪورٽ جو حڪم ڪليڪٽر ڏانهن زمين جي قبضي جي ڊڪريءَ جي تعميل لاءِ موڪليو وڃي تہ ڪليڪٽر ڊڪري رکندڙ کي ڊڪريءَ ۾ درج يا ڊڪري تعميل ڪرائيندڙ سول ڪورٽ جي جاري ڪيل هدايتن ۾ ڄاڻايل تاريخ تي قبضو ڏياريندو. جيڪڏهن ڊڪري ۾ درج يا سول ڪورٽ طرفان تاريخ نہ ڄاڻائي وئي آهي ۽ زمين جنهن جو قبضو ڏيارڻو آهي، سا لهڻيدار طرفان آباد ڪئي وئي آهي تہ ڪليڪٽر هڪدم سول ڪورٽ کي هدايتن لاءِ لکندو تہ ڇا، جيسين اهو فصل جو قرضدار طرفان پوکيو ويو آهي ۽ زمين تي بيٺل آهي، سو ڪنيو وڃي تيسين هو يعني ڪليڪٽر تعميل روڪي يا نہ.

# ڀاڱو ٻارهون

## متفرق

### قاعدو - ٧١. ديهہ جو نوٽ بڪ يا ڳاڙهو ڪتاب :

رونيو بورڊ سنڌ جي پڌررائي N: 146-78-REV:I/(ii)/1687 مورخہ ٢٩ سيپٽمبر ١٩٨١ع موجب رد ٿيل.

### قاعدو-٧٢. فارم :

مٿين قاعدن ۾ ڏيکاريل فارمن کان سواءِ هيٺيان فارم پڻ مقرر ڪيل آهن:

٢،١ ۽ ٣ رونيو بورڊ جي پڌرائي NO:1-46-78-REV:I/(ii)/1687 تاريخ ٢٩، سيپٽمبر ١٩٨١ع موجب ڪيترا فارم رد ۽ ڪيترا تبديل ڪيا ويا آهن.*

٤. دستاويز يا ٻيا ڪاغذ پٽ ۽ معلومات گهرائڻ لاءِ نوٽيس--- FORM: XXXVII

٥،٦ ۽ ٧ مٿي ڏيکاريل نوٽيفڪيشن موجب رد لاءِ ٿيل آهن.

---

* نوٽ : هن سلسلي ۾ سنڌ روينيو بورڊ طرفان شايع ڪيل سنڌ رونيو اڪائونٽس مينيوئل ملاحظہ ڪرڻ گهرجي، جنهن ۾ جريان نمبر ٢٠ کان پوءِ نئين سر متعارف ٿيل فارمن جو تفصيلي ذڪر ڪيل آهي.

| | |
|---|---|
| ٨. گرفتاريءَ جو وارنٽ | FORM XLI |
| ٩. باقيدار کي سِول جيل ڏانهن موڪلڻ جو وارنٽ | FORM XL II |
| ١٠. باقيدار کي سول جيل مان آزاد ڪرڻ | FORM XLIII |
| ١١. ملڪيت کي قبضي ۾ وٺڻ جو وارنٽ | FORM XLIV |
| ١٢. متحرڪ ملڪيت جي وڪري جو وارنٽ | FORM XLV |
| ١٣. ڪاتن جي تبديليءَ جو وارنٽ | FORM XL. VI |
| ١٤. ضبطي جو وارنٽ | FORM XL. VII |
| ١٥. وڪري جو اشتهار | FORM XL. VIII |
| ١٦. وڪري جو سرٽيفڪيٽ | FORM XL.IX |
| ١٧. ورهاست جو دستاويز | FORM.L |
| ١٨. رڪارڊ جي چڪاس ۽ سچن نقلن متعلق تپيدار طرفان وصول ڪيل فين جو رجسٽر | FORM L.I.I |
| ١٩. سروي ماپ جي اوزارن جو رجسٽر | FORM L.II |
| ٢٠. زمينات جو رجسٽر | V.F |
| ٢١. پيلن جو رجسٽر | V.F.I-A |
| ٢٢. سڪني زمين جو رجسٽر | V.F-II |
| ٢٣. متفرقہ لئنڊ رونيو جو رجسٽر | VF- IV |
| ٢٤. تالا بند رجسٽر يا جمعہ بندي نقشو | V.F,V |
| ٢٥. نمبر شماري رجسٽر | V.F.VI |
| ٢٦. چرخ شماري رجسٽر | W.F.VI 'A' |
| ٢٧. حقن جي رڪارڊ ۽ ڦير ڦار جو رجسٽر | W.F.VII'A' & 'B' |
| ٢٨. ڪاتن جو رجسٽر | V.FVIII 'A' |
| ٢٩. طلبن ۽ وصولين جو رجسٽر | V.F.VIII.'B' |
| ٣٠. روزنامچو يعني ڊي بڪ | V.F.IX |
| ٣١. ڍل جو تفصيلوار بل | V.F.IX.'B' |
| ٣٢. تپيدار جو رسيد بڪ | V.F.XI -PART: II |
| ٣٣. ڍل جو چالان | V.F.X |

۳۴. ڊِل کان سواءِ ٻين رقمن جو چالان (غير جمع بندي رقمن جو چالان) V.F.X.A&X-B
۳۵. چڪاس پتر ---------------------------- V.F.XI
۳٦. مرمت طلب حدن جو رجسٽر-------------------- V.F.XII
۳۷. فصلن جي يادداشت -------------------------- V.F.XIII
۳۸. ڄمر جو رجسٽر----------------------------- V.FXIV-A
۳۹. موت جو رجسٽر ---------------------------- V.FXIV-B
۴۰. جانور شماريءَ جي پنج ساله يادداشت ---------------- V.F.XV
۴۱. کوهن ۽ ٽيوب ويلن جو رجسٽر------------------- V.F.XVI
۴۲. آمدني ۽ روانگيءَ جو رجسٽر ------------------ V.F.XVII
۴۳. سرڪيولر وغيره جي فهرست------------------- V.FXVIII

# فارم - XVII

(ڏسو قاعدو (٦) (٣١)

حقن جي رڪارڊ جي جانچ ۽ تصديق جي يادداشت

تعلقو.................... ضلعو ................................ مهينو ..........................

| گذريل سال | هلندڙ سال | ديهن جا نالا جن ۾ رڪارڊ چيڪ ڪرڻو آهي | ديهون جن ۾ رڪارڊ چيڪ ۽ تصديق ڪيو ويو ۽ ڪنهن ڪيو. | | | | | | ديهون جن جو رڪارڊ تصديق ڪان پوءِ | | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | سپروائيزنگ تپيدار | اسسٽنٽ مختيارڪار | مختيارڪار | اسسٽنٽ ڪمشنر | ڊپٽي ڪمشنر | ڪمشنر | تعلقي سيل جي حوالي ڪيو ويو | مائڪرو فلمنگ يونٽ بورڊ جي حوالي ڪيو ويو | |
| | | | | | | | | | | | |

## فارم - XVIII

(ڏسو قاعدو- ٣٢)

### حقن جي انتقال بابت يادداشت

ديھ ................... تعلقو ......................... ضلعو .......................

| کاتي بدل جو نمبر | انتقال جي ڪيفيت يعني خريد، گروي، وراثت وغيره | فيصلي جي تاريخ | حق منتقل ڪندڙ جو نالو ۽ تفصيل | حق حاصل ڪندڙ جو نالو ۽ تفصيل | منتقل ٿيل ايراضي، سروي نمبر ۽ کاتي ۾ حصو وغيره | رونيو عملدار جي فيصلي جو اختصار | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | خريديءَ جي صورت ۾ قيمت ۽ گرويءَ جي صورت ۾ ان جو ملھ | | | | | | |

## فارم - XIX

(ذسو قاعدو ٣٣)

ٽن مهينن کان مٿي اڻ نبيريل حقن جي منتقلي بابت يادداشت

تپو .................. تعلقو .......................... ضلعو ....................

| ديهه جو نالو | منتقليءَ جو نمبر | داخلا جي تاريخ | منتقليءَ جي نوعيت، خريدي، گروي وغيره | داخلا جي تصديق نه ٿيڻ جا سبب ۽ تصديق واسطي ورتل اپاءُ | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | |

نوٽ: هر مهيني هيءَ يادداشت بالا روينيو عملدار کي موڪلڻي آهي.

فارم - XX

(ڏسو قاعدو- ٣٤)

تپيدار جي ڪارگذاري يا ڊائري

تپو .................. تعلقو ........................ ضلعو ............. مهينو ..........

| جريان نمبر | تاريخ | عنوان | واقعي ۽ ڪارروائيءَ جو تفصيل | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| | | | | |

# فارم- XXI

## (ڏسو قاعدو- ٣٥)

**قلم ٤٧ شق (٢) هيٺ رسيد جو نمونو**

سرٽيفڪيٽ ٿو ڏجي ته نالي ...................... رهندڙ ...........

تعلقو ..... ...... ضلعو ............ هيٺ ڄاڻايل دستاويز يا معلومات

فراهم ڪئي آهي، جنهن بابت هن کان قلم ٤٧ (١) هيٺ گهر ڪئي وئي هئي.

------------------------

------------------------

دستاويز/ ڪاغذ پٽ جيڪي جانچڻ کان پوءِ واپس ڪيا ويا.

تاريخ ............ صحيح

تپيدار ....................

رونيو عملدار ...........

نوٽ: جيڪڏهن رونيو عملدار دستاويز پاڻ وٽ روڪي ٿو، ته مٿي ائين ڄاڻائيندو.

# فارم - XXV

(ڏسو قاعدو- ۴۱)

## خرابي جي يادداشت

ديهه ............... تعلقو ............... ضلعو ............... خريف/ ربيع سال ..... ۱۹۹ع

| سروي نمبر | ايراضي آباديءَ هيڪٽ | ايراضي فصل هيڪٽ | ايراضي خرابي هيڪٽ | سپروائيزنگ تپيدار جي جانچ جو نتيجو | اسسٽنٽ مختياركار يا مختياركار جي تصديق | اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ - I جي تصديق | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | | | |

# فارم- XXXI

## (ڏسو قاعدو-۴۷)

## ضمانت نامو

جيئن تہ آءٌ ................ رهندڙ ................سرڪاري عهدي.......... تي مقرر ٿيو آهيان ۽ مون کان ضمانت جي طلب ڪئي وئي آهي تہ جيئن آءٌ پنهنجي موجوده ذميوارين کي پورو ڪري سگهان يا مستقبل ۾ جيڪي ذميواريون عائد ڪيون وينديون يا جيڪي رقمون منهنجي حوالي ٿينديون تہ انهن جي پوري حساب ڪتاب رکڻ خاطر يا سونپيل ذميوارين کي پوريءَ طرح نڀائڻ لاءِ، آءٌ پاڻ کي ٻڌل رکان ٿو، آءٌ سرڪار کي پنهنجي طرفان ٿيل نقصان يا حساب ڪتاب ۾ گهٽ وڌائي، انهيءَ شخص کي انهيءَ هنڌ ۽ ايتري وقت اندر ڀري ڏيندس جنهن لاءِ آفيس جو سربراهہ حڪم ڪندو. اهڙو حڪم نامو لکيت ۾ هوندو ۽ منهنجي آفيس ۾ يا رهائشگاهہ تي پهچايو ويندو. ڪوتاهي ڪرڻ جي صورت ۾ پاڻ کي ٻڌل ٿو رکان تہ سرڪار رقم ............ ضبط ڪندي.

ان کان سواءِ مان پاڻ کي هميشہ واسطي ان ڳالهہ لاءِ پڻ پابند سمجهان ٿو تہ منهنجي ذميواري مٿي لکيت ۾ ڏنل ضمانت نامي يا ان ۾ درج رقم ....... جي ضبطيءَ تائين محدود نہ رهندي، بلڪ جيڪڏهن ان رقم سان سرڪار جي نقصان جو پوراءُ نہ ٿئي، تہ مان اهڙي وڌيڪ رقم ڀري ڏيڻ پڻ قبول ڪريان ٿو، جنهن جي گهر آفيس جو سربراهہ مناسب سمجهندو ۽ اها رقم مٿي ڄاڻايل نقصان کان جدا هوندي.

عملدار جي صحيح

تاريخ ..............

## ضامن طرفان ڏنل اقرار نامو

اسين ................... هن لکيت ذريعي پاڻ کي متي ڄاڻايل عملدار ..................جا ضمانتي ظاهر ڪريون ٿا، تہ هو اهي سڀ ڪم سرانجام ڏيندو، جن جي ڪرڻ جو هن ذمو کنيو آهي. پر جيڪڏهن هو ڪوتاهي ڪندو تہ ان لاءِ اسين پاڻ کي انفرادي ۽ گڏيل طور ٻڌل ٿا رکون تہ سرڪار اسان جي اها رقم ........... ضبط ڪندي، جنهن جي لاءِ هن پاڻ قبوليت ڏني هئي.

يا اهڙي ٻي ڪابہ معمولي رقم ............ جيڪا سرڪار پنهنجي ڪنهن تيل نقصان جي پورائي خاطر وصول ڪندي.

تاريخ صحيح

............... ...............

اسان جي روبرو

سرٽيفڪيٽ تو ڏجي تہ نالي (١) ................. ولد ...............

(٢) .................. ولد ................. جن رونيو عملدار

................. جي ضمانت ڏني آهي، .................. رقم

................ اڪرين ............... پري ڏيڻ جا اهل آهن.

صحيح ۽ مهر

مختيارڪار

# فارم - XXXII

(ڏسو قاعدو -٥١)

## ضمانت نامن جو رجسٽر

| | |
|---|---|
| سلسليوار نمبر | |
| عملدار جو نالو ۽ عهدو | |
| ضمانت جي رقم | |
| ضمانت جي نوعيت | |
| ضمانت ڏيندڙن جا نالا ۽ ضمانت نامي جي تاريخ. | |
| نون ضمانتين جا نالا، جيڪڏهن اصلوڪا ضمانتي دستبردار ٿيا هجن، مري ويا هجن، يا انهن جي ساک مشڪوڪ ٿي پئي هجي. | |
| ضمانت نامي جي رقم جنهن لاءِ ضامن بئي عملدار پاران ذمو کڻي ٿو، پوءِ اهو عملدار انهيءَ ساڳي ڪاتي ۾ هجي يا ٻئي ۾. | |
| ضمانت نامي جي باري ۾ آفيس جي سربراهه جي راءِ. | |
| ڪمشنر جي معائني وقت راءِ. | |

فارم-XXXIII

(ڏسو قاعدو ـ ٥٧)

## طلب جو نوٽيس قلم ٨١ ـ ٨٢ هيٺ

نمبر ............ تاريخ .............

نـــالـــي ............ پـــٽ ............... ويـــنـــل

................ ديهہ ............. تعلقو ...............

ضلعو ............ جيئن هن سان شامل سرٽيفڪيٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ

توهان ڪان بقايا جي رقم انداز ...................... ڍل وغيره بابت

وصول ٿيڻ جوڳي آهي ۽ اوهان کي هن موجب حڪم ٿو ڪجي تہ ذڪر ڪيل

رقم روپيا ...... پئسا .... ۽ نوٽيس جي في .............ڪل رقم

......... روپيا سميت تاريخ ...................... تي يا ان کان

اڳ ۾ تعلقي آفيس ۾ جمع ڪرائيندا.

تاريخ ............ روينيو عملدار

ضروري تفصيل سيل مهر

## فارم- XXXIII - A

### ڏسو قاعدو A- ٦٧ جو (4) (الف)

رونيو عملدار جو نالو ..................................................

### ماپ ٽيڻ وارن حد نشانن جو تفصيل

---

١. جريان نمبر ......................................

٢. درخواست جي وصوليءَ جي تاريخ ............................

٣. ديهہ جو نالو .........................................

٤. سروي يا بلاڪ نمبر ..................................

٥. ڇا سرزمين تعلقي اندر آهي يا ٻن تعلقن

ءِ ضلعن جي سرحد تي آهي؟ ...............................

٦. درخواست ڪندڙ جو تفصيل ...........................

٧. مقصد جنهن لاءِ درخواست ڪئي وئي ...........................

٨. انهن ماڻهن جو تفصيل جن خلاف درخواست ڪئي وئي.................

٩. تاريخ جنهن تي ماپ ڪئي وئي ءِ

حد نشان مقرر يا ڇٽا ڪيا ويا ..............................

١٠. ڪارروائي جو مختصر تفصيل ...............................

١١. فيصلي جو اختصار ءِ تاريخ ..................................

١٢. رڪارڊ آفيس ڏانهن فائيل موڪلڻ جي تاريخ ءِ حوالو ..................

١٣. ريمارڪ ................................................

# فارم – XXXIII - B

## ڏسو قانون 67-A (۴) - (C)

ڏانهن ........................................................

(نالو، ولديت ۽ جنهن ماڻهو تي تعميل ٿيڻو آهي تنهن جو پتو)

جيئن تہ نالي ——— ولد ——— سرزمين جنهن جي ڪل پراضي ———

گهنٽا ——— ايڪڙ ديهہ ——— تعلقو ——— ضلعو ——— جي حدن

نشانن جي نرواريءَ جي درخواست ڪئي آهي ۽ جيئن تہ ——— تاريخ

——— ڏينهن ——— سال ——— وقت ——— صبح / شام حدن

نشانن نروار ڪرڻ لاءِ مقرر ڪئي ويئي آهي، جنهن تي اوهان جي حاضري ضروري آهي.

ان ڪري اوهان کي انهي تاريخ، وقت ۽ سرزمين تي حاضر رهڻ لاءِ حڪم ٿو ڪجي. جيڪڏهن اوهان جي طرفان بذات خود يا مقرر ڪيل عيوضيءَ جي حاضر رهڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي وئي تہ حد نشان اوهان جي غير موجودگي ۾ نروار ڪيا ويندا.

تاريخ ———　　　　　　　　صحيح ۽ سيل مهر

## فارم- XXXIII C

### ڏسو قاعدو - ٦٧ (ب) جو (١)

### بيدخلي جو نوٽيس

ڪورٽ ۾ جناب ڪليڪٽر .................، ضلعو.........

(درخواست ڪندڙ ڌر) نالو ............... پٽ ...................

نالي .............. ولد .......... ذات ...... ويٺل .............

(مخالف ڌر) نالو ............... ولد ............... ذات ...........

ويٺل ............... ديهه ............ تعلقو ....................

نالو ۽ عهدو تعميل ڪندڙ عملدار جو ..........................

جيئن تہ مٿي ڄاڻايل درخواست گذار ..........................

اوهان ڪي شامل درخواست ۾ ڏيکاريل زمين مان بيدخل ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي آهي،جيڪا ........................ رونيو عملدا طرفان تاريخ ............................ تي حد نرواري جي ڪارروائي موجب اوهان جي ناجائز قبضي ۾ ثابت ٿي آهي ۽ جيئن تہ اهو لازمي آهي تہ اوهان ڪي مذڪور زمين مان بي دخل ڪجي، تنهن ڪري توهان ڪي هن موجب نوٽيس ٿو ڏجي تہ توهان تاريخ .............. وقت ..................... تي روبرو يا پنهنجي عيوضيءَ جي معرفت حاضر رهي لکيت ۾ سبب ڏيکاريو تہ ڇو نہ اوهان ڪي زمين مان بيدخل ڪيو وڃي.

تاريخ ..............

مهر

ڪليڪٽر جي صحيح

فارم XXXIII-D-

## ڏسو قاعدو - ٦٧ - (ب) (٢)

## بيدخليءَ جو وارنٽ

ڪورٽ ۾ جناب ڪليڪٽر .............. ضلعو ...................

(درخواست ڪندڙ ڌر) نالو............. پٽ ...........

ذات .............. وينل ........................................

(مخالف ڌر) نالو ............... پٽ ........................

ذات ................... وينل .....................................

(نالو ۽ عهدو تعميل ڪندڙ عملدار جو) ..............................

جيئن تہ سر زمين جنهن جا سروي نمبر .................... ايراضي

............ ديهہ....... تعلقو ........... ضلعو ........... تي

اوهان جو قبضو ناجائز ثابت ٿيو آهي ۽ اسان جي حڪم نمبر

.................... مورخہ ...................... ۾ ڏيڪاريل

عرصي اندر قبضو خالي نہ ڪيو ويو آهي.

تنهن ڪري اوهان کي اسان جي حڪم نمبر .......... مورخہ..........

موجب مٿي ذڪر ڪيل ناجائزقبضيدار ..............................

کي مذڪوره زمين مان پوليس جي مدد سان يا ان کان سواءِ بيدخل ڪرڻ جو

اختيار ڏجي ٿو، ۽ ان زمين جو قبضو هڪدم نالي ......................

پٽ ............... کي ڏيڻ لاءِ حڪم ڪجي ٿو جو قانوني طور حقدار آهي.

هيءَ وارنٽ تاريخ .............. تي يا انهي کان اڳي رپورٽ

سان، قسم نامي سميت واپس ڪيو وڃي تہ هيءَ تعميل ڪيو ويو آهي ۽

جيڪڏهن تعميل نہ ڪيو ويو آهي تہ ان جا سبب ڪهڙا آهن.

تاريخ ............ صحيح ۽ مهر

ڪليڪٽر

نوٽ: فارم XXXIV کان XXXVI تائين ۽ فارم XXXVIII کان XL تائين سنڌ رونيو بورڊ جي مٿي ڄاڻايل پڌرنامي موجب سنڌ سان لاڳو ناهن.

# فارم -XXXVII

## (ڏسو قاعدو نمبر ٧٢)

سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ جي قلم ٤٧ (١) هيٺ ڪنهن ڄاڻ يا دستاويز جي طلبي جو نوٽيس

ڏانهن ..................................................

رهندڙ ............... تعلقو ............... ضلعو ........................

اوهان کي هن نوٽيس جي وسيلي حڪم ٿو ڪجي تہ اوهان ...............

تاريخ .......................... مهينو ..........................

جڳهہ ..................... تي اسان وٽ حاضر ٿي ۾ ڄاڻايل موضوع بابت سموري حقيقت جا اوهان جي علم ۾ آهي يا دستاويز جيڪي اوهان جي قبضي ۾ آهن پيش ڪندا.

موضوع

تاريخ .............

صحيح مهر

ٽپيدار

رونيو عملدار

# فارم -XLI

(ڏسو قاعدو ٧٢)

**سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ جي قلم ٨٢ (١) هيٺ گرفتاريءَ جو وارنٽ**

....................... عملدار جو نالو جنهن کي باقيدار کي گرفتار ڪري آڻڻ لاءِ حڪم ڏنل هجي.

جيئن تہ ............... رهندڙ ............... تعلقو ............

ضلعو ................... جو هيٺ ڄاڻايل ڏل جو باقيدار آهي، تنهن ڪري اوهان کي حڪم ڏنو ڪجي تہ انهي کي هر ممڪن تڪڙ سان اسان وٽ پيش ڪندا. پر جيڪڏهن هو بنا ڪنهن عذر جي غير ضروري دير جي ............... رقم پيش ڪري، ۽ انهي کان سواءِ انهي وصوليءَ جو............... خرچ پيش ڪري ۽ اوهان سان گڏ تعلقي آفيس ۾ رقم ڪٽي هلي يا پنهنجي ڪنهن مقرر ڪيل ماڻهو يا نوڪر ذريعي اوهان سان موڪلي تہ گرفتاري مهمل ڪجي.

اوهان کي وڌيڪ حڪم ڏنو ڪجي تہ هي وارنٽ تاريخ ...................
تي يا انهي کان اڳي واپس ڪيو وڃي، جنهن تي ڪهڙي طرح تعميل ڪيل آهي تنهن جو سرٽيفڪيٽ ڄاڻائجي يا تعميل نہ ٿيڻ لاءِ سبب ڄاڻائجن.

اڄ ڏينهن ................ مهر

تاريخ ......... مهينو ....... صحيح رونيو عملدار

جاري ڪيو ويو ............

ضروري تفصيل ............

فارم- XLII

(ڏسو قاعدو- ٧٢)

سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع جي قلم ٨٢ (٥)

ڪورٽ ۾ جناب ڪليڪٽر ...................... ضلعو ..........

ڪيس نمبر ...................... سال ........................

ڏانهن انچارج سول جيل ........................................

جيئن تہ نالي................ ولد................ ذات ............

رهندڙ ........................ تعلقو .................. ضلعو

.................. ڍل جي بقايا جو باقيدار آهي. اوهان کي هن وارنٽ

ذريعي حڪم ٿو ڪجي تہ هن کي ................ ڏينهن واسطي ايستائين

سول جيل ۾ رکندا جيستائين ذڪر ڪيل بقايا جي رقم ادا نہ ڪري يا ايتري

عرصي تائين جيڪو هڪ مهيني کان مٿي نہ هجي،

........... روپيا ڪاڌو الائونس في ويلو.................. روپيا جي

حساب سان هن وارنٽ سان گڏ موڪلجن ٿا.

مهر

تاريخ ............ صحيح ڪليڪٽر

## فارم- XLIII

## (ڏسو قاعدو -٧٢)

## باقيدار کي سول جيل مان آزاد ڪرڻ

**قلم (٨) ٨٢ سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ نمبر ١٩٦٧ هيٺ .**

ڪورٽ ۾ جناب ڪليڪٽر.................... ضلعو ...............

سال ......... ڪيس نمبر ....... ڏانهن انچارج سول جيل ..................

جيئن ته نالي ...................... ولد .......................

ذات ............. رهنڌڙ.................. تعلقو ..............

ضلعو ........................... جنهن جي واسطي حڪم

مورخه ........................ سول جيل ۾ رکڻ لاءِ حڪم تيل آهي

جنهن کي ڏل جي بقايا ادا ڪرڻي هئي، جنهن هاڻي بقايا ادا ڪئي آهي يا ضامن ڏيئي وڏيڪ مدت طلب ڪئي آهي.

تنهن ڪري اجوڪن حڪمن هيٺ اوهان کي هدايت ٿي ڪجي ته نالي ......................... کي جو اوهان جي حوالات ۾ آهي تنهن کي آزاد ڪندا.

اسان جي صحيح ۽ مهر سان اڄ ....................... تي جاري ڪيو ويو.

مهر

تاريخ ............... ڪليڪٽر جي صحيح

فارم-XLIV

(ڏسو قاعدو - ٧٢)

## قلم - ٣٨. هيٺ ملڪيت جي ضبطيءَ جو وارنٽ

نالي ........................ (سپروائيزنگ تپيدار يا ٻيو اعليٰ عملدار)

جيئن تہ نالي ..................... پٽ .......................

ذات ............... ويٺل ............... ديهہ ...............

تعلقو ......... ضلعو ........................

ڏل جي بقايا جو باقيدار آهي، جيڪا هن کان ادائگي جوڳي ٿي چڪي آهي، جيئن هيٺ ڏيکاريل آهي.

ان لاءِ اوهان کي حڪم ٿو ڏجي تہ باقيدار جي متحرڪ ملڪيت ۽ بيٺل يا لٿيل فصل، جيئن هن سان گڏ فهرست ۾ ڏيکاريل آهي يا جيئن سرزمين تي ڏسڻ ۾ اچي، پنهنجي قبضي ۾ وٺي اسان جي وڌيڪ حڪمن تائين رکندا.

پر شرط آهي تہ مذڪوره باقيدار بنا ڪنهن دير جي بقايا پئسا انداز ................................ ۽ هن وارنٽ / نوٽيس جي في ڪل رقم......... روپيا ڏئي يا پاڻ روبرو توهان سان گڏ آفيس ۾ ڪٺي اچي يا اها پنهنجي عيوضي يا نوڪر جي هٿان موڪلي تہ پوءِ ضبطي کي مهمل ڪيو وڃي. هيءَ وارنٽ اوهان کي ان ملڪيت جي قبضي وٺڻ جي اجازت نہ ٿو ڏئي جا ملڪيت سول پروسيجر ڪوڊ ١٩٠٨ع جي قلم - ٦٠ جي شرطيہ ٺهراءَ ۾ ڏيکاريل آهي يا هيٺ ڏيکاريل باقيدار جي زمين جي پيدائش ............... جيڪا وڪري جي ذميواري کان ڪليڪٽر طرفان معاف ڪئي ويئي آهي. توهان کي وڌيڪ حڪم ٿو ڪجي تہ هيءَ وارنٽ تاريخ ............... تي يا ان کان اڳ شرح سان، تاريخ ۽ طريقي ڪار، جنهن موجب اهو تعميل ڪيو ويو آهي، بابت اهڙو سرٽيفڪيٽ ڏيئي واپس ڪندا. يا جو نہ ڪيو ويو آهي تہ انهي جو سبب ڄاڻائيندا.

صحيح ۽ مهر

ڪليڪٽر يا اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ- I

## فارم -XLV

### قلم ـ ٨٣. هيٺ متحرڪ ملڪيت جي وڪري جو وارنٽ

ناالي ......................(سپروائيزنگ تپيدار يا انهي درجي جو ملازم) هن موجب توهان کي نيلام رستي وڪري ڪرڻ جو حڪم ٿو ڏجي تہ ...................... ڏينهن جو اڳواٽ نوٽيس هن آفيس ۾ لڳائڻ بعد، متحرڪ ملڪيت ۽ بينل يا لٽيل فصل، جو هن آفيس جي وارنٽ مورخہ ...................... موجب ضبط ڪيو ويو هو، ان جي پڏرائي ڪرڻ سان، ان ملڪيت جو ايترو حصو وڪرو ڪيو وڃي، جيئن ڍل جي بقايا پيئسا انداز ...................... جو پورائو تي سگهي، جيڪا اجان تائين باقيدار ...................... کي ڏيڻي آهي.

توهان کي وڌيڪ حڪم ٿو ڪجي تہ هي وارنٽ تاريخ .............. يا ان کان اڳ شرح سان، جنهن نموني ۾ اهو تعميل ڪيو ويو آهي، سرٽيفڪيٽ ڏيندي واپس ڪندا ۽ جي تعميل نہ ٿئي تہ سبب ڄاڻائي واپس ڪندا.

تاريخ ................ صحيح ۽ مهر

ڪليڪٽر يا اسسٽنٽ ڪلڪيٽر گريڊ ـ I

## فارم - XLVI

### (ڏسو قاعدو -٧٢)

سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ جي قلم ٨۴ هيٺ کاتي جي منتقليءَ جو وارنٽ جنهن متعلق بقايا رهيل آهي. ڏانهن ..................(سپروائيزنگ تپيدار يا ٻيو ڪو عملدار جو اهڙي حيثيت رکندو هجي).

جيئن ته ڪاتي نمبر........... جي بقايا جمع تي آهي............... جيڪو ديهه ................ ۽ تعلقي .................... ۾ آهي. هن نوٽيس وسيلي سُڌ تي ڏجي ته اهو ڪاتو اڳوڻي ڪاتيدار نالي ............ تان ............ نالي جي ديهه واري ڪاتيدار جنهن تي ڪا بقايا رهيل ڪانهي، منتقل ڪرڻ جو حڪم تو ڪجي. انهي شرط سان ته نئون ڪاتيدار زمين جي قبضي ملڻ کان اڳي ........................ رقم جمع ڪرائيندو.

- ئن ته مذڪوره رقم جي ادائگي ............. روپيا ......................... جي طرفان ادا ڪئي ويئي آهي، تنهن ڪري زمين جو قبضو ................. جي حوالي ڪندا ۽ اوهان کي اختياري ڏجي ٿي ته جيڪڏهن ڪوبه هن وارنٽ کان متاثر ماڻهو قبضو ڇڏڻ ۾ ڪوتاهي ڪري ته انهي کي بي دخل ڪندا. اها منتقلي ................ تائين عمل ۾ رهندي.

مهر ۽ صحيح

تاريخ ...............

ڪليڪٽر

# فارم-XLVII

## (ڏسو قاعدو - ٧٢)

## قلم - ٨٥ هيٺ زمين جي ضبطيءَ جو وارنٽ

ڏانهن .................(سپروائيزنگ تپيدار يا ٻيو مٿئين درجي جو ملازم)

جيئن تہ ڊِل جي بقايا جيڪا ملڪيت يا کاتي .............. ديهہ

.............. تعلقو .............. ضلعو .............. نالي

................ پٽ ........................ جي مالڪيءَ ۾

آهي تنهن تي واجب ٿي چڪي آهي، ان ڪري اوهان کي حڪم ٿو ڏجي تہ

ذڪر ڪيل ملڪيت / کاتو ضبط ڪندا ۽ ان جي مالڪ کان هن وارنٽ جي

پٺئين پاسي تي صحيح وٺڻ سان گڏ واقف ڪندا تہ مذڪوره ملڪيت / کاتو هن

موجب اسان جي سنڀال ۾ يا ............... جي سنڀال ۾ ورتو ويو آهي،

جنهن کي اسان هن مطلب لاءِ پنهنجو عيوضي مقرر ڪيو آهي.

هن ضبطي تي ................. سالن تائين ايندڙ زرعي سال جي

شروعات کان وٺي عمل جاري رهندو يا جيستائين ان کان اڳ بقايا ڀياري وڃي.

تاريخ ............

مهر ۽ صحيح

ڪليڪٽر

فارم-XLVIII

(ڏسو قاعدو - ٧٢)

## قلم - ٩٢ هيٺ وڪري جو اشتهار

جيئن تہ ڍل جي بقايا پئسا انداز ..................... ملڪيت / کاتي نمبر....... ديهہ ................ تعلقي ...................... ضلعي ..................... تي واجب تي آهي ۽ رونيو بورڊ سنڌ حيدرآباد پنهنجي مراسلي نمبر ............ مورخہ ........... موجب قلم - ٨٨، لئنڊ رونيو ايڪٽ - ١٩٦٧ع هيٺ، شامل ضميمي ۾ ڏيکاريل زمين جي وڪري جي منظوري مٿي ذڪر ڪيل بقايا جي وصولي لاءِ ڏني آهي، تنهن ڪري هيءَ اطلاع ٿو ڏجي تہ مذڪوره غير متحرڪ ملڪيت هنڌ ......... تاريخ ................ وقت ...................... عام نيلام رستي وڪرو ڪئي ويندي. مذڪوره ملڪيت تي ساليانو ڍل ............ روپيا مقرر ٿيل آهي. ڪوبہ شخص جيڪو ان تي حق شفعہ جي دعويٰ رکڻ جو خواهشمند هجي سو پنهنجي خواهش جو اهڙو نوٽيس آفيس جي ڪليل ڏينهن تي وڪري واري تاريخ کان اڳ اسان کي ڏئي.

هيءَ وڪرو لئنڊ روينو ايڪٽ - ١٩٦٧ع، جي قلم - ٨٣ ۽ ٩٢ (ج) جي نهرائن موجب ٿيندو ۽ هيٺين زير بارين يا شرطن وغيره جيڪي ڪمشنر جي حڪم موجب خاص طور تي ملڪيت سان لاڳو ڪيا ويا آهن يا پڪيءَ طرح قائم رکيا ويا آهن، سي بدستور قائم رهندا، جهڙوڪ:

١.

٢.

تاريخ .............. صحيح ۽ مهر

ڪليڪٽر

## فارم-XLIX

### قلم - ۱۰۷. هيٺ وڪري جو سرٽيفڪيٽ

آءٌ .................... ڪليڪٽر ضلعو ........................ هن موجب سرٽيفڪيٽ ٿو ڏيان تہ نالي............. پٽ .............. ويٺل ........... ديهہ .................. تعلقو ................. ضلعو ......... ڪي تاريخ ............ تي نيلام رستي زمين سروي نمبر ......... ديهہ........... جو خريدار تسليم ڪيو ويو آهي، جا ............ بقايا ڪري وڪرو ڪئي ويئي آهي ۽ وڪرو مهربان ڪمشنر صاحب ................ سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ - ۱۹٦۷ع جي قلم - ۱۰۴ هيٺ بحال ڪرڻ فرمايو آهي.

(هي حصو شامل ڪيو وڃي جڏهن زمين بقايا ڪري وڪرو ڪئي وڃي).

هيٺيون زير باريون، قبوليتون ۽ شرط جيڪي وڪري جي اشتهار ۾ ڏيکاريل آهن سي لئنڊ رونيو ايڪٽ جي قلم - ۹۳ جي پيٽي قلم (۲) جي شق - (ب) هيٺ ڪمشنر صاحب قائم رکيون آهن:

۱.

۲.

۳.

هي سرٽيفڪيٽ لئنڊ رونيو ايڪٽ - ۱۹٦۷ع جي قلم - ۱۰۷ جي تهرائن هيٺ جاري ڪيو ويو آهي.

تاريخ ..............

صحيح ۽ مهر

ڪليڪٽر

# فارم-L
## (ڏسو قاعدو ـ ٧٢)
## قلم ـ ١٤٥. هيٺ ورهاست جو دستاويز

روبرو ...................... اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ-I سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ـ ١٩٦٧ع جي قلم ـ ٧ جي پيٽي قلم ـ (١) جي فقري (ج) هيٺ با اختيار.

زمين جي ورهاست جو ڪيس جيڪو سنڌ لئنڊ رونيو ايڪٽ ١٩٦٧ع جي باب XI هيٺ ڏرين پهرين ڌر ............... ٻي ڌر .............. جي وچ ۾ گڏيل زمين ............ گهنٽا ..................... ايڪڙ ديهه .................. تعلقو ...................... ضلعو ...................... بابت آهي.

جيئن تہ هيءَ ڪيس اسان وٽ آخري فيصلي لاءِ تاريخ ........... تي آيو ۽ اهو فيصلو ڏنو ويو آهي تہ شامل ضميمي جي خاني ١ ۽ ٢ ۾ ڏيکاريل زمين جي ورهاست ڪئي وڃي ۽ جيئن تہ مذڪوره حڪم خلاف اپيل جو مدو بنا ڪنهن اپيل داخل ڪرڻ جي ختم تي ويوآهي ( يا جيئن مذڪوره حڪم ڦيرايو ويو آهي يا ....... جي حڪم ........ مورخہ ....... موجب بحال ڪيو ويو آهي.)
ورهاست جي هي سند هاڻي تيار ڪئي وئي آهي، انهيءَ ڪري تہ جيئن اسان جي ذڪرڪيل حڪم مورخہ ...................... (پهريون حڪم جيئن ڦيرايو ويو هجي يا قائم رکيو ويو هجي ...................... طرفان تاريخ ...................... پاس ڪيو ويو هجي يا ٻيو ڪم جيڪي هجي) کي پورو ڪيو وڃي ۽ اهو هن موجب ظاهر ٿو ڪجي تہ هي ورهاست تاريخ ...................... مهيني ...................... سال ...................... کان عمل هيٺ ايندي.

FORM - L

# ضميمو

| گڏيل زمين ورهاست کان اڳ | | | ورهاست موجب جدا زمين | | |
|---|---|---|---|---|---|
| سروي نمبر | ايراضي | نالو مالڪ جو ۽ حصو | سروي نمبر | ايراضي | نالو مالڪ جو جنهن جي حصي ۾ آيو |
| | | | | | |

تاريخ : ..................

صحيح ۽ مهر
اسسٽنٽ ڪليڪٽر گريڊ - I

نوٽ: دستاويز جنرل اسٽامپ تي، اسٽامپ (ويسٽ پاڪستان امينڊمينٽ) ايڪٽ ۱۹٦۴ع جي شيڊول - I جي جريان نمبر - ۴۵ ۾ مقرر ڪيل اسٽامپ في موجب وصول ڪيو ويندو.

# FORM - L I

## رڪارڊ جي معائني ۽ سچن نقلن متعلق تپيدار طرفان وصول ڪيل فين جو رجسٽر

تپو .................. تعلقو................................ ضلعو .................

| جريان نمبر | تاريخ | ديهه جو نالو | درخواست ڪندڙ جو نالو | رڪارڊ جيڪو ڏسڻو آهي | ڪم جو تفصيل | | | | مليل في | | | سپروائيزنگ تپيدار جي معرفت مليل جوڳي - في | | تپيدار جي صحيح | سپروائيزر تپيدار جي صحيح | سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايل پئسن جي رسيد نمبر وغيره | چڪاس ڪندڙ عملدار جي صحيح | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | ڪاتو نمبر | لفظن جو تعداد | داخلا جي تاريخ | ڪيترا پيرا معائنو ڪيو ويو | تپيدار جو حصو | سرڪار جو حصو | ڪل | تپيدار جو حصو | سرڪار جو حصو | | | | | |
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 | 12 | 13 | 14 | 15 | 16 | 17 | 18 | 19 |

FORM-L II

## تپيدار کي مليل سروي اوزارن ۽ سامان وغيره جو رجسٽر

تپو .................................... تعلقو ............................ ضلعو ..................

| 1 | 2 | 3 | 4 | | | | 5 | 6 | 7 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| جريان نمبر | شيءِ جو نالو | ملڻ جي تاريخ | ڪيفيت..................... | | | | تپيدار جي صحيح | اوزار جي تبديليءَ جي صورت ۾ ڪيل حڪم | ريمارڪ |
| | | | | | | | | | |

# SINDH LAND REVENUE ACT, 1967

## SINDHI VERSION




**SINDHI LANGUAGE AUTHORITY**
HYDERABAD, SINDH
PAKISTAN
1414/1993

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)